# پرهه ڦٽي


ماهوار ڪتابي سلسلو — حيدر بخش جتوئي

نمبر ٣ — مئي ١٩٧٤ع — قيمت ١-٠٠

مرتب: سهيل سانگي


مضمون


| | | |
|---|---|---|
| بابا ءِ سنڌ هڪ شخصيت هڪ تحريڪ | غلام حيدر عطار | |
| جتوئي ۽ قومي تحريڪ | سرفراز ميمڻ | |
| سنڌ جو هاري ۽ ان جا مسئلا | سهيل سانگي | ۹ |
| هارين لاءِ سياسي جدوجهد | لينن | ۱۳ |


ڪهاڻيون


| | | |
|---|---|---|
| انڌيري رات | مانڊل شر | ۱۷ |
| نقاب | چيخوف | ۲۳ |


شعر


| | | |
|---|---|---|
| پيغام | امداد حسيني | |
| ڪارا دونهون | عاشق قريشي | ۲۲ |
| آزاد نظم | مير محمد پيرزادو | ۲۷ |
| اوسيئڙو | شبنم موتي | ۲۸ |
| ڙاڏو | پريتم اشوڪ | ۲۸ |



پرنٽر: سيد مظفر حسين پرفيڪٽ پرنٽرس، [illegible] حيدرآباد پبلشر: سهيل سانگي پرهه ڦٽي پبليڪيشن ڪاڏي ڪاٺو حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# پنهنجي پچار

پرچي ٽئي سلسلي جي ٽئين ڪڙي توهان جي آڏو آ، خاميون آهن، ان جو ڪارڻ آهي مجبوريون. سلسلي جا ڪتاب وقت سر پڙهندڙن وٽ نه پڳا هاڻي ڪوشش ڪنداسين ته سلسلي جو هڪ ڪتاب مهيني سر نڪري سگهي. توهين آهيو ته ڪتاب به آهي. توهان جو ساٿ هن سلسلي کي هلائي ٿو سگهي. پر جي توهان جو ساٿ هوندو ته سچ پچ ڪا، طاقت اسان جي مجبوري جي شڪل ۾ اڀري نه سگهندي. ۽ اسين وقت جي حالتن تي توهان سان خيالن جي ڏي وٺ ڪندا رهنداسين.

اسان جو مقصد سنڌ جي ماڻهن کي صحيح سياسي سوچ ڏيڻ آهي. هن وقت سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ جدا جدا رجحان، لاڙا ۽ سوچون آهن. ۽ مختلف ماڻهن جون مقاطيداريون آهن. اسين انهن مقاطعيدارين جي خلاف آهيون. اسين چاهيون ٿا ته سنڌ جو پلو چاهيندڙ سڀئي ڪارڪن هڪ جاءِ تي گڏجي قومي جدوجهد ڪن. ۽ ماڻهن کي صحيح سوچ ڏين.

اڄ سنڌ جو ماڻهو ڏاڍ جي چڪي ۾ پيو پيڙهجي. بجاءِ انهي جي جو انهن مسئلن کي ڪٽجي ۽ ڏاڍ جو خاتمو آڻجي، تحريڪ جا ٺيڪيدار پنهنجون پنهنجون شخصيتون ڪارا ڪارا خوفائتا منهن سنڌي قوم پرستي جي ريشمي رومال سان ڍڪڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. وقت جي وهڪري ۾ سڀئي لڙهي ويا آهن. پنهنجن جون مخالفتون، ڏاڙهي پٽ، گاريون، چڙون عام جام آهن. ”هي سنڌ دشمن آهي“، ”هو غدار آهي“عجيب قسم جون تعزيرون قوم پرستي ۾ پٽ پرستي جو رجحان آڻي هڪ هڪ شخص تي پنهنجي ٻر ۾ حملو ڪيو پيو وڃي. ڪنهن کي سنڌي هاري ياد ڪونهي، جيڪو اسان جي آبادي جو ۷۵ سيڪڙو حصو آهي. اسان چاهيون ٿا ته تعزيرن جا طوق ڪچين مان لاهي ڦٽا ڪجن.

اسين مختلف مڪتبهء فڪر جي نوجوانن، دانشورن ۽ شاگردن کي عرض ڪنداسين

هو انهي ڏس ۾ اسان سان تعاون ڪن ۽ پنهنجون پنهنجون سوچون، پنهنجا پنهنجا رايا ۽ خيال اسان کي لکي موڪلين. اسين وڏي خوشي سان خير مقدم ڪنداسين. هي پرچو عظيم رهبر جتوئي مرحوم جي ياد ۾ آهي جنهن سنڌ جي عوام جي خوشحالي لاءِ نهايت سلجهيل رستي سان جدوجهد ڪندو رهيو. اسين جتوئي کي سنڌ ڪيل جدوجهد تسي سلام ٿا ڪريون. انهي موقعي تي سنڌ جي سڀني وطن دوست قوتن، ترقي پسندن ۽ جمهوريت پسندن کي اپيل ٿا ڪريون ته هو سنڌ جي مسئلن کي حل ڪرائڻ لاءِ جتوئي جي ڏسيل راهه اختيار ڪن ۽ متحد ٿي اڳتي وڌن.

ايندڙ پرچي ۾ اسين نظرياتي بحث، انٽرويو ۽ ٻيا اهم ڪالم ۽ ٻيون به ڪيتي رنگينيون. انتظار ڪريو، ساٿ ڏيو، اسان سان هلو.

توهانجو

**— سهيل سانگي**

غلام حيدر عطار

# كامريڊ جتوئي جي شخصيت ۽ تحريڪ

سنڌ جي ڌرتي اهڙن انقلابين سان هميشه ڀرپور رهي آهي- جن ڪڏهن به ظلم جي اڳيان ڪنڌ نه جهڪايو ۽ هر حال ۾ ظالم جي خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند رکيو. عمل جي ٻوڪ هجي يا جنگ جو ميدان هر هن ڌرتي جا باشندا ڪڏهن به پوئتي نه پيا آهن. ۽ اهڙي طرح نئين نسل لاءِ مشعل راهه ڇڏيندا ويا. اهڙن سپوتن مان حيدر بخش ”حيدر“ جتوئي به هڪ هو. جنهن پنهنجي زندگي جو آخري پل به هن ڌرتي جي مارئڙن جي ڀلائي لاءِ گذاريو. هي عظيم رهبر انسانيت جو پيغمبر انهن چند هستين مان آهي جن سنڌ ڌرتي جي محنت ڪشن لاءِ وڏي کان وڏي قرباني ڏيڻ کان به گريز نه ڪيو ۽ هن ڌرتي جي مظلومن لاءِ مرڪي زهر جو پيالو پيئڻ کان نه ڪيٻايو ۽ سدائين سڀاجهن مارئڙن جي ڌرتي سان وفادار رهيا.

پاڻ بي اي پاس ڪري هيڊ منشي ٿيو. سندس چوڻ موجب ان وقت اڃان آزاد خيال هو ۽ تنهن هوندي به سندس دل ۾ سامراج خلاف نفرت هئي ۽ ڌرتي جي ٻورهيتن تي ٿيندڙ ظلم جو پورو احساس هوس.

انهي وچ ۾ هن نوڪري ڇڏي- تنهن تي سندس والد صاحب ناراض ٿيو ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر سمجهيو ته شايد مختيارڪار کيس تنگ ڪيو آهي ۽ حيدر بخش اهو سوچيو ته هو وطن جي خدمت ڪندو- ۽ ڪليڪٽر به سندس ڪيل خدمت کان متاثر هو جنهن هن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ استعيفا واپس وٺڻ لاءِ زور ڀريائين. حيدر بخش جو سندس پيءُ کي ناراض ڪرڻ وس کان ٻاهر هو. ڇو ته پاڻ جڏهن اڃان ٻن سالن جو هو ته سندس والده ماجده رحلت ڪري ويئي هئي. سندس پيءُ کيس اهڙي نموني پاليو جو کيس ماءُ جي نه هئڻ جو احساس ئي نه ٿيڻ ڏنائين. اها سموري ڳالهه سوچي نوڪري کي جاري رکڻ جو فيصلو ڪيائين.

نوڪري هوندي به سندس خيال غريب نوازي وارا هئا. پاڻ وڏن ماڻهن جي فائدي ۾ نه هوندو هو. پاڻ انصاف پسند طبيعت ڪري گهڻو وقت نوڪري ۾ رهي نه سگهيا. نيٺ ٻورهيتن تي ٿيندڙ ظلم ڪري نوڪري کي هميشه لاءِ لت هڻي اچي مارئڙن سان مليو.

ڪامريڊ حيدر بخش هميشه مذهبي تعصب ڪٽرپڻي کان بالاتر رهندو آيو. حالانڪ ان وقت مسلمانن جو پڙهيل لکيل طبقو مذهبي جنون ۾ مبتلا هو.

حيدر بخش سدائين هن ڳالهه جو قائل هو ته ”سڀ انسان پاڻ ۾ برابر آهن سچ کان اتم ڪو به مذهب ناهي حق جي ڳالهه کي بلند آواز چوڻ سندس اصول هو. هي

اهو سڀ ڪجهه ظلم برداشت نٿي ڪري سگهيو
جيڪو سنڌ ۽ سنڌ جي مظلوم عوام هاري
۽ پٺتي پورهيت طبقي سان ٿي رهيو هو. هن
نثر توڙي نظم ۾ سنڌ جي عوام کي جدوجهد
ڪرڻ لاءِ اڀاريو. سنڌ جو هر ڳوٺ، جهر
جهنگ شهر توڙي واهڻ لتاڙي، هڪ ڪيائين
سندس آواز هو ته "هاري حقدار" - سندس
همت کان سندس ساٿي ڏاڍو متاثر ٿيا ڪيس
هاري ڪميٽي جو صدر ڪيائونس. جلدئي
پاڻ "هاري حقدار" نالي هڪ اخبار ڪڍيائون
جا ڏاڍي ڪامياب ٿي.

جڏهن سڀاڄهڙن جي ديس کي ون يونٽ
جي قهري ڪوٽ ۾ جڪڙيو پئي ويو ته
هن عظيم فرض شناس سنڌ جي سپوت پنهنجي
ننڊ حرام ڪري ظالمن کي سک جو ساهه
کڻڻ نه ڏنو پنهنجي عزم کان رتيءَ برابر
به پوئتي نه هٽيو. ظالمن جي قيد جي مارٺي
وانگي هن کي ڪاهه پرواهه نه هئي. جو
ڪيس سنڌ سان نينهن نڀائڻو هو. انهي راهه
۾ شهادت پائڻ کان وڌيڪ هن لاءِ ٻي
ڪهڙي خوشي ٿي سگهي ٿي.

ڪامريڊ ڪريسي چڏي سور ۽ سختيون
سهڻ ۾ فخر سمجهيو ۽ سنڌ ۽ سنڌ جي
پورهيتن جي عزت جي سوال تي ڪڏهن به
سوديبازي کي نه قبوليو. ڪوبئيا واري سخت
سزا ۽ پورا ٣ سال ڪاٽيائين پر سندس عزم
وڌيڪ جوان هو ۽ پنهنجي ارادي ۾ اڃا ۽
پختو اڳي کان اڳرو هڪ طوفان جيان ميدان
۾ آيو. هاري ڪميٽي سان قوراٽي هاري
پارٽي ڪيائين. اڳي کان وڌيڪ هارين کي
سياسي پروگرام مليو. جدوجهد تيز تر ٿيندي
ويئي ۽ آخر هاري پارٽي سياسي روپ ورتو.

ڪامريڊ جيڪو ڪجهه اسان کي شاعري
ذريعي ڏنو تنهن کي اسين ڪڏهن به فراموش
نٿا ڪري سگهون. سندس نظم "جيئي سنڌ"
تمام مشهور ٿي. تنهن کان پوءِ "جيئي سنڌ"
جي نعري کي وڌيڪ تقويت ملي:

●

ياءَ آ پنهنجو هر انسان، پنهنجو آهي هي ايمان
پنهنجو آهي هي پيغام، جيئي سنڌ جيئي سنڌ

●

چتوڻي صاحب جو لکيل شاعري جو
مجموعو "تحفہ سنڌ" تي ڪافي ملن مولوين
۽ شهرت حاصل ڪندڙ ليڪن ڪفر جون
فتوائون مڙهيون ۽ نيٺ شرمسار ٿي معافي
ورتائون. ڪامريڊ شڪوه، آزادي ۽ قوم-
حيوان انسان، پيام، امن ۽ بين رباعين ۽
غزلن ذريعي به پنهنجا خيال عوام تائين
پهچايا آهن. خاص ڪري سندس شڪوه.
هونئن ته شڪوه اقبال به لکيو آهي، جيڪو
صرف مسلمانن تائين محدود آهي. ليڪن
حيدر بخش جو لکيل شڪوه تمام انسانن جي
ترجماني ٿو ڪري ۽ سندن دل جو فرياد آهي.

هاري پارٽي باقاعدي اليڪشن ۾ حصو
ورتو ۽ سياسي گرائونڊ حاصل ڪيو ۽ پنهنجو
انقلابي ڪم شروع ڪيو. ان کان پوءِ پارٽي
ون يونٽ خلاف محاذ کڙو ڪيو ڪامريڊ
حيدر بخش جي اڻٿڪ ڪوششن ۽ هاري پارٽي
جي ذريعي عظيم جدوجهد ڪري ون يونٽ
جو قهري ڪوٽ ڪريو ۽ سنڌ جي پورهيتن
جي آزادي جي اميد پسي اڄ ٢١ مئي تي
قوم کي جدوجهد جاري رکڻ جو پيغام ڏيئي

همیشه لاءِ هليو ويو.

اڄ حيدر سائين اسان وٽ ناهي. ليڪن دنيا ۾ جيستائين مظلوم ۽ ظالم جي جنگ رهندي جيستائين سندس ياد هميشه هن ڌرتي جي مظلوم محنت ڪشن جي دل ۾ رهندي.

حيدر سائين زنده آهي ۽ هميشه زنده رهندو. سندس ڏيکاريل راهه هر ڏکئي دور ۾ منزل تي پهچائڻ ۾ اسان جي رهنمائي ڪندي. سندس شاعري انقلابي سوچ، ڪيل جدوجهد سنڌ جي نوجوان نسل جي قيادت ڪندي. حيدربخش ڪڏهن به نه وسرندڙ جذبي جو نالو آهي.

اڄ جنهن به واٽ تي سنڌ جو عوام ۽ آئنده جا معمار قائل آهن. انهي راهه کي سوکي ڪرڻ لاءِ حيدربخش جو پيغام اسان جي رهنمائي ڪري ٿو.

پاڻ جيڪا مشعل سنڌ جي غيور عوام جي هٿن ۾ ڏيئي ويا آهن تنهن کي زندگي جي ورن وڪڙن پيچرن ۽ ڏکئي دور مان سولائي سان ڪيئي پار تڏهن ئي سگهبو جڏهن پنهنجي صفن ۾ اتحاد پيدا ڪري سندس ڏنل جيئي سنڌ جي نعري تحت گڏجي منظم ٿي جدوجهد ڪبي. اهين واقعي حيدر جي قوم آهيون جنهن اسان لاءِ سچي زندگي وقف ڪري ڇڏي اهو سندس قومي فرض به هو. جنهن اسان کي منزل جي راهه ڏيکاري. اڪيلو هجڻ جي باوجود ڪڏهن به دشمن اڳيان نه جهڪيو.

اڄ هزارن جي تعداد ۾ حيدر جي ڌرتي جا حقدار هاري بيدخل ٿي رهيا آهن. انهن تي طرح طرح جا ظلم ٿي رهيا آهن. وڏيرن ته انهن تي ظلم ڇاڻي واٽي ڪيا مگر اسان جيڪي پاڻ کي حيدر جا ”وارث“ ٿا سڏايون ڪڏهن به تڪليف ڪري انهن جي حق لاءِ آواز نه اٿاريو آهي انهن جي ڪاهه سارسنڀال نه لڌي آهي.

اڄ حيدر اسان کان سوال ٿو ڪري ته جنهن مظلوم هارين لاءِ مون سچي زندگي تڪليفون سٺيون انهن تي هيڏي ظلم جي باوجود توهين ڇو خاموش آهيو؟ اڄ حيدر سندس ٿي پارٽي جي جانشينن کان پڇي ٿو ته اڄ اها هاري پارٽي ۽ سندس ليڊر ڇو خاموش آهن؟!!

# قومي سوال

قومي سوال تي پرولتاري پارٽي جو عالمي نظريو بين الاقوامي آهي، نه ڪه قوم پرستي. انقلابي جدوجهد ۾ اها ترقي پسند قوم پرستي جي حمايت ڪري ٿي ۽ رجعت پرست قوم پرستي جي مخالفت ڪري ٿي. ۽ ان کي هميشه ء سرمائيدارانه قوم پرستي جي وچ واضح فرق ڏيکاريندڙ ليڪ ڪڍڻ گهرجي. ۽ ڪڏهن به سرمائيدارانه قوم پرستي جو شڪار نه ٿيڻ گهرجي.

— لينن

سرفراز ميمڻ

# باباءِ سنڌ ۽ قومي تحريڪ

باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي هميشه پنهنجو ڌيان سنڌ جي قومي تحريڪ يعني سنڌ جي عوام جي خوشحالي جي تحريڪ تي ڏنو آهي. سندس سوچ اها هئي تہ سنڌ جي گهڻائي واري آبادي جي خوشحالي ئي سنڌ جي خوشحالي آهن. سندس ويساهہ انهيءَ سوچ ۾ پڪو هو تہ ڪابہ تحريڪ تيستائين عوام کي فائدو پهچائي نہ سگهندي جيستائين ان ۾ ڳوٺ ۽ ٻوڙس عوام جي مسئلن کي نہ کنيو ويندو. اهو ئي سبب هو جو هن هارين جي مسئلن کي قومي تحريڪ سان گڏوگڏ کنيو ۽ جيئن جو تيئن اپاريو. هارين جا مسئلا ۽ قومي تحريڪ جو هڪ ٻئي سان گهرو رشتو آهي ڇاڪاڻ جو سنڌ ۾ جاگيرداري نظام ۽ ان جي رشتن جي ٽٽڻ کان سواءِ سنڌ جو قومي سوال جي حل جو سوچي ئي نٿو سگهجي ۽ اهي جاگيرداري نظام جا رشتائي سنڌ جي ترقي جي راهہ ۾ رڪاوٽ آهن.

هن عظيم رهبر جي ڪيل جدوجهد جا نهايت اهميت جي حامل آهي. هڪڙي هارين جي حقن لاءِ جدوجهد، ٻي ٻين پورهيل طبقن خصوصاً پورهيتن سان ساٿ. هو انهن ڳالهين لہ رڳو نظرياتي طرح قائل هو. بلڪ سندس عمل سان بہ اهي ڳالهيون پڌريون ٿين ٿيون.

جڏهن ون يونٽ جوڙي سنڌ جي علائقائي حقن تي ضرب لڳائي وئي تہ، باباءِ سنڌ هڪ ترقي پسند ۽ انقلابي هئڻ جي حيثيت ۾ ان جي سخت مخالفت ڪئي. هن ان جدوجهد کي هارين تائين پهچايو. جو هن ڄاتو ٿي تہ سنڌ جي قومي حقن واري لڙائي جا اصل ڌڻيا هاري آهن. انهيءَ ڏس ۾ ڪامريڊ جيڪو رستو اپنايو سو سنڌ جي ٻئي ڪنهن بہ سياسي اڳواڻ نہ اختيار ڪيو يعني جڏهن ٻيا همراهہ رڳو شهرن تائين ۽ وچولي طبقي تائين محدود رهيا تڏهن باباءِ سنڌ ون يونٽ جي خلاف تحريڪ کي صرف ڏيکاءُ جي نہ پر حقيقي تحريڪ بنائڻ لاءِ ون يونٽ خلاف هارين ۾ ڪم ڪيو تہ جيئن ان تحريڪ جون پاڙون سنڌ جي عوام ۾ گهريون ٿين ۽ تحريڪ جو دائرو بہ وسيع ٿئي. اسان ڏسون ٿا تہ جتوئي سنڌ جي علائقائي حقن ۽ مفادن لاءِ ساڳي ريت پيش رهيو. جنهن جو مثال آبياني گهٽائڻ لاءِ سندس ڪيل جدوجهد ۽ خدمتون آهن. جتوئي هن معاملي کي عوام ۾ اپاريو ۽ متعلقہ آفيسرن کي پنهنجن دليلن ۽ عوام جي تحريڪ جو قائل ڪيو. اهڙي طرح جتوئي سنڌ ۽ ان جي عوام خلاف ٿيندڙ هر ناانصافي ۽ سازش کي عوام اڳيان پڌرو ڪيو ۽ ان خلاف ڪم ڪيو.

سانگهڙ ۾ جڏهن زمينون انعام ۽ نيلام ۾ ڪامورا شاهي کي ڏنيون پئي ويون تہ، جتوئي مرحوم پنهنجن سائين سميت مکي ڊيم

۽ ٻيءَ متعلق ايراضي ۾ ڀهتو ۽ زمينن جي
انهيءَ نيڪال خلاف تحريڪ کي نيٺ عوامي
طريقي سان اپاريو. انهيءَ ڀاري ۾ هاري
ڪميٽي طرفان جاري ڪيل مدلل پمفليٽ،
جلسا، جلوس ۽ هارين ڪيل ڪچهريون انهي
ڳالهه جي ڳواهي آهن ته جتوئي هر تحريڪ
کي وچولي طبقي وري ذهني عياشي جي
طريقن جي ابتڙ عوامي ڍنگ تي ڪنيو پئي.
نه صرف ايترو پر جتوئي کي اها پڪ
هئي ته نئين معاشري جو قيام هارين ۽ سڄي
پورهيتن جي گڏيل جدوجهد ۽ پختي ساٿ
۾ اڻل کانسواءِ ناممڪن آهي. اڪيلي سر
هاري جيڪي معاشي ۽ سياسي لحاظ سان
بلڪل پوئتي پيل ۽ پيڙهيل آهن، سي
پنهنجي تحريڪ کي سيني ڏاڍاين ۽ ناانصافين
خلاف نئا هلائي سگهن. جتوئي نه رڳو پورهيت
طبقي جو هارين ۾ نمائندو هو بلڪ مزدورن
جو ليڊر پڻ هو. هن جو حيدرآباد جي
مزدورن کي منظم ڪرڻ ۾ پڻ وڏو هٿ
رهيو آهي. ۱۹۵۵ع ۾ حيدرآباد ۾ جيڪي
ملون ۽ ڪارخانا قائم هئا. تن ۾ مزدورن
کي سندن مسئلن تي منظم ڪرڻ لاءِ يونينون
ٺاهڻ جي ڪوشش ڪيائون جن جا واضح
مثال انڊس گلاس ۽ وزير علي انڊسٽريز جي
مزدورن جي ان وقت هلايل جدوجهد ۽
مزدورن جون تنظيمون آهن. ۽ ان کان سواءِ
حيدرآباد جي مزدورن سان آخردم تائين سندس
هر طرح جو تعاون رهيو.

جتوئي سنڌ جي قومي تحريڪ کي ترقي
پسنداڻ ۽ پورهيت طبقي جي حق ۾ موڙڻ
لاءِ شاگرد هارين ۽ مزدورن جي اتحاد جو
وڏو حامي رهيو انهيءَ ڏس ۾ شاگرد، هاري
مزدور رابطه ڪميٽي جو قيام عمل ۾ آيو
جنهن سنڌ جي عوام کي مختلف هنڌن تي
جلسن جلوس ذريعي سجاڳ ڪيو.

سڄي سنڌ جي گشت دوران شاگردن،
هارين ۽ مزدورن جا نمائندا ساڻس گڏ رهيا.
جنهن عوام جي هر طبقي کي متاثر ڪيو
اهڙي طرح سان سنڌ ۾ پهريون ڀيرو جدوجهد
ڪندڙ قوتن يا پيڙهيل طبقن جي نمائندن
جو پاڻ ۾ هڪ باقاعدي اتحاد ٿيو.

ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته باباءِ
سنڌ جنهن مشن کي کنيو سو اڳتي وڌي نه
سگهيو آهي حالانڪ اهو غلط آهي. اهي
ماڻهو يا ته شعوري طور تي انهيءَ ڳالهه کان
انڪار ڪن ٿا ۽ هارين ۾ ڪم ڪرڻ کان
ڪيٻائن ٿا. جو جتوئي کان پوءِ جيڪي خاميون
انهي ڏس ۾ اڀري آيون آهن، تن کي ختم
ڪرڻ لاءِ وڏي لگن ۽ سخت محنت جي
ضرورت آهي. ٻيا منجهن شعور جي ڪمي
آهي حالانڪ جتوئي جو اختيار ڪيل رستو
۽ طريقو صحيح هو اسين جيڪڏهن حقيقت
پسنداڻه طور تي انهي دور جو جائزو وٺنداسين
ته وقت ۽ حالتن جي مجبورين جي هوندي
به حيدر بخش جتوئي جي سربراهي ۾ اٿندڙ
آواز پنهنجو هڪ موثر ڪردار ادا ڪيو آهي.
سندس ڪوشش سان ۱۹۵۰ع ۾ ٽيننسي ايڪٽ
ٿيو سندس قيادت ۾ الائي ۽ اڌ ڀتي جون
تحريڪون اڀريون جن ۾ سنڌ جي هاري کي
پنهنجي طاقت ۽ اهميت جو احساس ڏيکاريو.
سنڌ جو هاري پنهنجن معاشي مسئلن تي سياسي
طور سجاڳ ٿيو ۽ اڄ سنڌ جي سياسي سطح

تي جيڪو مثبت جزو نظر اچي ٿو ان کي پيدا ڪرڻ، اڀارڻ ۽ نشو و نما ڪرڻ ۾ باباءِ سنڌ جو وڏو رول رهيو آهي.

حيدر سائين جي جدوجهد درحقيقت سنڌ جي خوشحالي واري جدوجهد ۽ تحريڪ جو هڪ روشن باب آهي جنهن مان سبق پرائڻ وقت جي اهم ضرورت آهي. ڪامريڊ جي انهي ساري جدوجهد مان اها ڳالهه عيان ٿئي ٿي ته ڪا، تحريڪ جا عوام جي خوشحالي لاءِ هجي سا ڏتڙيل عوام ۽ ان جي مسئلن کي ڪڍڻ ۽ اڀارڻ ۽ انهن کي حل ڪرائڻ لاءِ ڪوششن ۽ عوام جي پاڻ ۾ اتحاد، تعاون ۽ ساٿ کان سواءِ ڪاميابي سان هم ڪنار نٿي ٿي سگهي.

پيڙهيل طبقا جيڪڏهن الڳ الڳ پنهنجي پنهنجي طور تي ۽ اڪيلي سر لڙايون وڙهندا ته ڏاڍ جي قوتن لاءِ اهو نهايت ئي آسان رهندو ته هڪ ته ماڻهن کي پاڻ ۾ وڙهائي سگهن. ٻيو اهو ته انهن کي اڪيلو اڪيلو ڪري چيپائي سگهن. باباءِ سنڌ جي جدوجهد مان اسان کي اهو ، سبق ملي ٿو ته جدوجهد هميشه مسئلن تي، مسئلن کي ڪڍڻ سان هلائي ويندي آهي. ۽ صرف انهي جدوجهد ۾ ئي پختگي هوندي آهي.

انهي کان علاوه هڪ ٻي ڳالهه اڀري اڀيان اچي ٿي سا اها ته ڪامريڊ جتوئي جنهن مشن کي اسان سنڌ جي نئين ٽهيءَ جي حوالي ڪيو آهي ان کي اڳتي وڌايون. اهو مشن آهي سنڌ جي هارين سندن مسئلن تي منظم ڪيو وڃي. هن وقت سنڌ جو هاري بي شمار مسئلن سان دوچار آهي. بي دخليون وڏي پيماني تي ٿي رهيون آهن. زمينون وڌن ۽ بااثر ماڻهن کي ڏنيون وڃن. انهي ڳالهه جي پيش نظر هاري ڪميٽي جيڪا هڪ ڊگهي عرصي کان بي عمل آهي تنهن کي باعمل ۽ سرگرم ڪرڻ ضروري آهي. هاري ڪميٽي کي نئين خون، نئين نسل، نئين راهه جي ضرورت آهي. سنڌ جي خوشحالي لاءِ جدوجهد ڪندڙن کي درحقيقت وقت ۽ حالتن جي موجوده تقاضائن تحت انهي سوال تي غور ڪرڻ هوندو، جواب ڏيڻو هوندو ۽ ڪم ڪرڻو هوندو.

---

زندگي جدوجهد اڻ ٽڪ سفر
زندگي، محنت، ڪنهن هاري جو هر
بي سبب، محنت نه جنهن جو انت ڪو
زندگي قربانين جو معرڪو
زندگي حيدر جي پيڙا جان عظيم
ڪهڙي شي آ درد ان کان عظيم
زندگي جي ڦل چڱائي آهي ڪا
جا ڪرم پي پاڻ، ڦل پائي آ
خلق جي خدمت کان وڌ ڇا بندگي
زندگي با بندگي تا بندگي۔

**تنوير عباسي**

سهيل سانگي

# سنڌ جو هاري ۽ ان جا مسئلا

سنڌ ڌرتيءَ جي آبادي جي هڪ وڏي اڪثريت هارين تي مشتمل آهي. تنهنڪري سنڌ جي خوشحالي حاصل ڪرڻ لاءِ اهو نهايت ضروري آهي ته سنڌ جي آبادي جي هن وڏي حصي جي مسئلن کي حل ڪيو وڃي. هارين جي مسئلن ڪڍڻ کان اڳي ضروري آهي ته انهيءَ امر جو جائزو ورتو وڃي ته اهي مسئلا ڪهڙا آهن، ۽ انهن جو پس منظر ڪهڙو آهي ۽ انهن کان هاري کي نجات ڪهڙي ريت ڏياري سگهجي ٿي. اهوئي مسئلو سنڌ جي عظيم اڳواڻ حيدر بخش جي پيش نظر هو. ڪامريڊ جتوئي جنهن سنڌ جي خوشحالي لاءِ آخر گهڙي تائين جدوجهد ڪئي، تنهن جي نزديڪ پڻ اهائي ڳالهه هئي ته سنڌ جي خوشحالي سنڌ جي اڪثر آبادي جي خوشحالي آهي، اها آبادي لازمي طور تي هارين تي مشتمل آهي.

هن وقت اسين جيڪڏهن سنڌ جي معاشي ڍانچي جو جائزو وٺنداسين ته اسان کي اهو نظر ايندو ته ان جي بنيادي حيثيت زرعي ۽ جاگيردارانه قسم جي آهي ۽ زمين تي ڪم ڪندڙ هاري جاگيردارانه ظلم جو شڪار آهن. پاڪستان جي موجوده جوڙجڪ ۾ سنڌ ۾ جاگيرداري (زمينداري) وارا رشتا پڻ هنڌ کان وڌيڪ چٽا، پڌرا ۽ گهرا آهن. سو انهن جو اثر سارين حڪومتن جي قدرن، تبديلين ۽ انهن جي آندل زرعي سڌارن بعد به زميندارن جي زمين جي ملڪيت ايتري قدر وسيع ۽ گهٽي آهي جو اها ترقي جي موجوده تقاضائن کي پورو نه ٿي ڪري. هڪ پاسي اها صورتحال آهي ته ٻئي پاسي وري زمين ۽ پوک واري نظام سان واسطو رکندڙ سڀني کان اهم جزو هاري وڏي تعداد ۾ بي زمين ۽ بي دخل آهن. ٿوري تعداد ۾ ننڍين ۽ معمولي زمينون رکندڙ ماڻهو آهن.

پر اهو ماڻهو جيڪو زمين کي پنهنجي ماءُ سمجهي ان جي سارسنڀال لهي ٿو، پوک ڪري ٿو محنت ڪري ٿو سو زمين کان محروم آهي. ۽ هڪ عرصي کان اها آس لڳائي ويٺو آهي ته کيس زمين ملندي. اها زمين جنهن جي سارسنڀال هو پنهنجن ٻارڦ جيان ڪندو آهي. اهو حق ملڻ سان ئي هو وڌيڪ لگن ۽ چاهت سان ان زمين تي محنت ڪري سگهندو جڏهن ته کيس زمين تي "پنهنجائپ" جي ڳالهه نظر ايندي. اها ساري ناانصافي زمين جي غلط ورهاست سبب ٿي رهي آهي. هڪ ته جيڪي زمينون اڳي پوک هيٺ آهن، تن تي هارين جي حق کي نٿو مڃيو وڃي مٿان وري نئين سر پوک هيٺ آندل زمينون نوڪرشاهي ۽ زميندارن ۽ خوشحال شهرين کي انعام ۽ نيلام ۾ بخشيون وڃن آهن. هڪ پاسي ته سنڌ جو

لکڻ جي تعداد ۾ بي زمين هاري زمين جي
ڳولا ۾ رلي پيو ته ٻئي پاسي وري غيرحاضر
زميندارين پيدا ڪيون پيون وڃن. جن جا
مالڪ ڪڏهن به زمين تي محنت ڪرڻ لاءِ
تيار نه آهن. ۽ اهڙي طرح سان انهي فرق،
تضاد ۽ سنڌ جي هارين جي پسماندگي کي
اڃا به وڌيڪ گهرو ڪيو پيو وڃي. انهي
صورت ۾ سنڌ جي هاري کي نه رڳو اهو ته
زمين جي ملڪيت جو حق لڌو ملي باڪ
سندس هاريپي جو حق پڻ ماريو ٿو وڃي.

ٻيو مسئلو جيڪو هاري جو آهي سو
آهي هاريپي جو حق. اسين تقريباً روز اهي
خبرون پڙهون ٿا ته سنڌ ۾ وڏي پيماني تي
بي دخليون ٿي رهيون آهن. انهي ڳالهه جو
اقرار خود پيپلز پارٽي جي تازو منعقد ٿيل
ڪنوينشن ۾ پڻ ڪيو ويو آهي. معاملو
ائين آهي ته نسلن کان هاري وڏيرن جي
رحم ۽ ڪرم تي رهيا آهن. تنهن ڪري
وڏيرا جڏهن چاهين تڏهن کين بي دخل
ڪيو ڇڏين ٿا. ۽ اهڙي ريت هاري هاريپ
جي حق کان محروم ٿيو وڃي.

هاڻي سوال اهو آهي ته ڇا ٽيننسي ايڪٽ
انهيءَ سلسلي ۾ هارين کي ڪو تحفظ نه
ٿيو ڏئي؟ انهيءَ جو جواب نفي ۾ آهي.
ٿئي ائين ٿو ته ٽيننسي ايڪٽ ۾ هڪ ته
زميندارن جي بالادستي کي برقرار رکيو ويو
آهي ۽ ان ۾ ٽن سالن جي هاريپي بعد مستقل
حق ڏيڻ جي ڳالهه آهي. پر اهڙو سنڌ ۾
ڪوبه مثال موجود نه آهي ته ڪنهن زميندار
ڪنهن هاري کان مستقل طور تي سال سا ٻي
زمين آباد ڪرائي هجي. هو گهڻو ڪري
فصل به فصل نه ته به سال ٻسال ضرور زمين
جي مٽاسٽا ڪندو رهندو آهي ۽ اهڙي طرح
هاري کي آساني سان هاريپي جي حق کان
محروم ڪرڻ لاءِ جواز ملي ويندو آهي ان
کان به وڌيڪ دلچسپ پهلو اهو آهي ته
فيلڊ بوڪ ۾ نالا به درج نٿا ڪيا وڃن.
انهن حالتن جي تحت هاري کي بي دخلي
کان بچائڻ جو ڪو ذريعو باقي نٿو رهي.
انهيءَ سلسلي ۾ هڪ نهايت دلچسپ ڳالهه
آهي ته ڪي همراهه جيڪي پنهنجو پاڻ کي
سڏائين ته وڏا هارين جا همدرد ٿا پر اهي
سڌي طرح انهيءَ ڏاڍ پرئي فقري کي مڃين
ٿا ته ٽن سالن وارو شرط برقرار رهي. اهي
دوست جيڪڏهن لاشعوري طرح ائين چون
ٿا ته کين گهرجي ته هارين جي مسئلن ۽
ان جي پس منظر جو مطالعو ڪن. انهن
عقل جي انڌن کي اها ڄاڻ نه آهي ته
هارين کي بي دخلي کان بچائڻ ۽ هارپ
جو حق ڏيارڻ جو ٻيو ڪو طريقو ٿي ڪونهي
سواءِ انهي جي ته هڪ فصل تي ٿي هارپ
جو حق مڃايو وڃي. انهي ڳالهه جو اظهار
خود ڪامريڊ جتوئي پنهنجي آخري انٽرويو
۾ ڪيو آهي ته هاري جو وڏو مسئلو ان
کي بي دخلي کان تحفظ ڏيڻ جو آهي.
جيستائين انهيءَ ڳالهه جو سوال آهي ته
ڌارين صوبن جا جيڪي هاري سنڌ جي زمينن
تي پوک ڪن پيا، تن جو هڪ وڏو تعداد
تقريباً ١٠—١٥ سالن کان آهي. ۽ اهي
انقلابي” صرف ٣ سالن واري شرط کي برقرار
رکائي انهن کي هتان ڪڍي نٿا سگهن.
باقي البت هتي جي مقامي هارين کي هو

ضرور هارپ جي حق کان محروم ڪري سگهن ٿا (۽ اهوئي شايد سندن مقصد آهي).

سنڌ جو هاري معاشي طرح سان جاگيردار (زميندار وڏيرو) جو محتاج هجڻ ڪري سماجي طور به ڏٻيل ۽ اپرو آهي. سو ائين جو اسان وٽ هاري ۽ زميندار وارو رشتو تقريبا آقا ۽ غلام وارو رهيو آهي. تنهن ڪري بيگار و نـڪار چيڙ وغيره ذريعي به هاري کان بنا اجوري پورهيو ڪرايو وڃي ٿو ۽ هو انهي ڳالهه لاءِ مجبور آهي، ڇاڪاڻ جو معاشي طرح سان هو وڏيري جو محتاج آهي. انهيءَ ڳالهه جو به خاتمو آڻڻ ضروري آهي.

رهيو سوال هاري جي ڪيل پيداوار جي ڀٽي جو، اصولي طرح ٿين ته ائين گهرجي ته اڻ ڪمائي تي بنيادي قبضو هاريءَ جو هجي، ڇاڪاڻ جو ان ۾ زميندار جي سواءِ زمين جي ٻيو ڪو تعلق نـ آهي، پر ان جي ابتڙ صورتحال آهي جو زميندار ساري پيداوار پنهنجي قبضي ۾ ئي رکندو آهي ۽ ان ۾ قرض، ٻج، ڍلون ۽ ٻيا جائز ناجائز خرچ ڪڍي باقي هاري کي ڏيندو آهي. جيڪو سندس ذاتي ضرورتـن لاءِ ناڪافي هوندو آهي. ۽ هو ساري ڏينهن جي محنت بعد به پيٽ ڀڪيو اگهاڙو رهي ٿو ۽ مستقل طور زميدار جو مقروض رهي ٿو.

هن وقت جيتوڻيڪ اهو قانون ته موجود آهي ته ڍل، ٻج ۽ پاڻ وغيره زميندار ڀري پر ان تي عمل مشڪل سان ڪٿي ٿئي ٿو. ۽ اهي اڳي وانـگر ئي هاريءَ کان ورتا وڃن ٿا. اهڙا قانون هاري کي انهي ڪري مدد نٿا ڏين. جڏهن ته اهڙي قسم جون ڪيتي خاميون خود انهن قانونن ۾ موجود آهن ته اڪثر هلي اهي نوڪر شاهي ۽ وڏيرن جي هٿن ۾ رانديڪو بڻجيو پون.

سماجي طور تي سنڌ ۾ مشڪل سان ڪٿي نـ ڪي باقاعدي ڳوٺ آباد آهن. ڇاڪاڻ جو اسان جي آباديءَ جو وڏو حصو هاري بيدخل ٿيندو ۽ مستقل طور بي گهر ۽ خانه بدوش رهي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪٿي ڪجهه سال رهي به ٿو ته مٿس بـي دخلي جو خطرو مستقل طور، لامارا ڏيندو رهي ٿو ۽ هـو پنهنجو گهر هڪ تـ معاشي طـرح ڪمزور هجڻ ڪري ۽ ٻنو ته بي يقيني ۽ ۽ عدم اعتماد جي صورتحال ڪري ٺاهي نـ سگهندو آهي.

اڃا به اسين جيڪڏهن سنڌ جي سياسي ماحول تي نظر وجهون ٿا ته ان تي به اسان کي وڏيرو ڇانيل نظر ايندو. ۽ هـن وقت تائين جيڪي بـ حڪومتون قـائم ٿينديون رهيون آهن تن ۾ ڪنهن نـ ڪنهن طريقي سان وڏيرن جي بالادستي قـائم رهي آهي. وڏيرا جيڪي پنهنجي طبقي جي لحاظ کان ۽ طبقي جي مفاد ڪري رجعت پسند قدرن جا حامي ۽ ترجمان آهن تن سنڌ جي عوام جي خوشحالي کان هميشه لنوايو آهي، اهي عوامي ۽ جمهوري تحريڪن جا بدترين مخالف ۽ دشمن آهن.

مٿي ساري ڪيل بحث مان ظاهر ٿي وڃي ٿو ته سنڌ جي عوام جي هڪ گهڻائي جيڪا هارين تي مشتمل آهي سا ڏاڍ، ظلم ۽ ستم جو شڪار آهي. ڪيس معاشي

لحاظ کان ساري ڏينهن جي محنت بعد به
ٻن وقتن جي ماني نٿي نصيب ٿئي، تنهن
ڪري اهو نهايت ضروري آهي ته سنڌ جي
خوشحالي جا خواهان سنڌ جي هارين جي
مسئلن تي توجهه ڏين ۽ انهن کي حل
ڪرائين، اهي ئي سنڌ جي عوام جا مسئلا
آهن، اهي مسئلا بنيادي طرح جاگيرداري
معيشت جي ڍانچي جا آهن. جنهن جي لاءِ
اهو تمام ضروري آهي ته جاگيرداري معيشت
جي ڍانچي کي بدلايو وڃي ته جيئن سنڌ
جي آبادي جو هڪ وڏو حصو معاشي،
سياسي ۽ سماجي طور تي آزاد ٿي سگهي جو
ساهه کڻي سگهي، ۽ صرف انهي صورت ۾
ئي قومي انقلاب مڪمل ٿي سگهي ٿو.

هاڻي سوال اهو آهي ته اهي مسئلا
ڪيئن حل ٿي سگهندا؟

انهيءَ ڏس ۾ سڀ کان اول اهو قدم
هڻڻ کپي ته هارين جي تنظيم جيڪا هاري
ڪميٽي آهي، تنهن کي انهي لائق بڻايو
وڃي جو هارين جي مسئلن کي کڻي سگهي،
انهن لاءِ جدوجهد ڪري سگهي ۽ حل
ڪرائي سگهي. ۽ هارين جي ڇڙوڇڙ ٿيل
طاقت جڏهن يڪجا ٿيندي صرف تڏهن ئي
هاري پنهنجي حق ۾ قانون ٺهرائي سگهندا
۽ انهن ٺهيل قانونن مان فائدو حاصل ڪري
سگهندا. سواءِ انهيءَ جي قانون اندر مليل
تحفظ ۾ ڪين نه ملي سگهندو.

اهو سبق اسان کي مزدور تحريڪ مان
ملي سگهي ٿو، ڪيترين سهولتن جيڪي
قانوني طرح مزدورن کي مليل آهن، سي هو
تيستائين نٿا ماڻي سگهن جيستائين سندن
تحريڪ نه آهي، تنظيم نه آهي يا طاقت نه
آهي. انهيءَ ڪري هارين جي فعال تنظيم
جيڪا ٻين اڳڀرين طبقن سان گڏجي جدوجهد
ڪري اها وقت جي اهم تقاضا آهي.

---

لينن

# هارين لاءِ سياسي آزادي جي جدوجهد

هي مضمون عظيم انقلابي، هارين جي همدرد لينن جي لکيل ڪتاب ”غريب ڳوٺاڻا“ تان ورتو ويو آهي. جنهن جي ڪوشش سان روس ۾ سوشلسٽ انقلاب برپا ٿيو ۽ دنيا جي تختي تي پهريون دفعو هر طرح جي ڦرلٽ کان پاڪ سماج قائم ٿيو. هن مضمون ۾ لينن ١٩١٧ع واري انقلاب کان اڳ هارين جي حالتن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي جاگيرداري جي جانديءَ ۾ پيسجي رهيا هئا. هن مضمون ۾ سوشل ڊيموڪريٽس انهن انقلابين لاءِ استعمال ٿيل آهي جن آتي پورهيتين جي خوشحالي لاءِ حقيقي جدوجهد ڪئي. ۽ زار روس جو آمر بادشاهه هو. جيڪو ان وقت ڏنڊي جي زور تي حڪومت ڪري رهيو. اسين هي مضمون هن ڪتاب ۾ انهيءَ ڪري ڏئي رهيا آهيون جو، جا ڳالهه لينن روس ۾ ڪئي هئي اها ڳالهه يعني هارين ۽ پورهيتن جي خوشحالي سا جتوئي مرحوم سنڌ ۾ ڪئي ڪئي.

**ادارو**

---

روسي سوشل ڊيموڪريٽن جو پهريون ۽ وڏو مقصد سياسي آزاديءَ حاصل ڪرڻ آهي. ڪين سياسي آزادي جي ضرورت انهي ڪري آهي ته جيئن هو هڪ نئين ۽ بهتر سوشلسٽ نظام جي قيام جي جدوجهد ۾ مڙني روسي مزدورن کي وسيع پيماني تي ۽ آزاديءَ سان متحد ڪري سگهن.

سياسي آزادي جو مطلب ڇا آهي؟

انهيءَ ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ هارين کي پهرين پنهنجي آزاديءَ جي موجوده صورتحال جو مقابلو زرعي غلامي جي دور سان ڪرڻ گهرجي. زرعي غلامي جي دور ۾ هاري زميندار جي اجازت کانسواءِ شادي نٿي ڪري سگهيو. اج ڪنهن کان هو اجازت وٺڻ کانسواءِ شادي ڪرڻ جي معاملي ۾ خود مختار آهي. زرعي غلامي جي دور ۾ هاري کي زميندار جي ڪمدار جي مقرر ڏينهن تي هر حال ۾ ڪم ڪرڻو پوندو هو. اج هاري ان ڳالهه جو فيصلو ڪرڻ ۾ خود مختيار آهي ته هو ڪهڙي زميندار وٽ ڪم ڪري، ڪهڙن ڏينهن تي ڪم ڪري ۽ پنهنجي محنت جو ڇا معاوضو وٺي؟ زرعي غلامي جي دور ۾ هاري زميندار جي اجازت کانسواءِ پنهنجو ڳوٺ نٿي ڇڏي سگهيو. اج هو پنهنجي مرضيءَ ۽ منشا جي مطابق جتي به وڃڻ چاهي وڃي سگهي ٿو، بشرطيڪ:

- ڳوٺاڻي پنچائت کيس وڃڻ جي اجازت ڏئي.
- سندس ذمي ٽيڪسن جو بقايائون نه هجن.
- هو پاسپورٽ حاصل ڪري سگهي.

● گورنر يا پوليس جـو سربراهه ڪـس لڏ ي
وڃڻ جي منع نـه ڪري.

اهڙيءَ ريت اڄ به هاري ڪي پنهنجي
مرضي مطابق ڪٿي وڃڻ جي مڪمل آزادي
حاصل نه آهي. هو نقل ۽ حرڪت جي
مڪمل آزادي کـان محروم آهـي بعد ۾
اسين تفصيل سان انهيءَ ڳالهه جيءَ وضاحت
ڪنداسين تـه روسي هـاري ڪهڙي طرح
نيم زرعي غلام آهـي ۽ ان صورتحـال کان
ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيس ڇا ڪرڻ
گهرجي. زرعي غلامي جي رائج ٿيل قانون
تحت هاري ڪي زميندار جـي اجازت کان
سواءِ جائيداد حاصل ڪرڻ جـو ڪو حق
حاصل نه هو. ڪيس زمين خريدڻ جي اجازت
نه هئي. اڄ جو هاري ڪنهن به قسم جي
جائيداد خريدڻ جـي سلسلي ۾ آزاد آهـي
(ليڪن هو پنهنجي ڳوٺاڻي پنچائت کان الڳ
ٿيڻ ۽ پنهنجي منشا مطابق زمين کي وڪرو
ڪرڻ ۾ پوري طرح آزاد نه آهي.)

زرعي غلامي جي دور ۾ زميندار جـي
حڪم تحت هارين کي ڦٽڪا لڳائي سگهبا
هئا، ليڪن اڄ زميندار جـي حڪم تحت
هارين کي ڦٽڪا نٿا لڳائي سگهجن. اگرچ
ڪيس اڃا به جسماني سزا ملي ٿي. اهڙي
قسم جي آزادي شهري ڪوٺبي آهي جنهن
جـي تحت خانداني، ذاتي ۽ جائيداد جـي
بـاري ۾ معاملن کي سلجهائڻ جـي آزادي
هوندي آهي. هاري ۽ مزدور پنهنجي خانداني
۽ نجي معاملن کي ترتيب ڏيڻ پنهنجي محنت
کي وڪڻڻ (پنهنجي منشا مطابق اُجر کي
پسند ڪرڻ ۾) ۽ پنهنجي جـائيداد جـي
معاملن ۾ آزاد آهن. (جيتوڻيڪ اها آزادي
پوري نه آهي.)

ليڪن صحيح صورتحال اهـا آهي تـه
مجموعي طور تي اڃا تائين نـه تـه روسي
مزدور پنهنجي عوامي معاملن کـي سلجهائڻ
۾ آزاد آهن نه ئي روسي عوام. جهڙي
طرح هاري زميندارن جو زرعي غلام
آهي، عوام مجموعي طرح سرڪاري حڪام
جـا غلام آهـن. روسي عـوام کي نـه
تـه پنهنجي حڪمرانن جي چونڊ ۽ نـه ئي
ساري ملڪ جي لاءِ آئين ٺاهڻ جي خاطر
نمائندن جي چونڊڻ جـو حق حاصل آهي.
روسي عوام کي تـه اهو حق به حاصل نه
آهي ته هو رياستي معاملن تي بحث مباحثو
جي لاءِ ميٽنگون ڪوٺائي سگهن. اسان نه
ته اخبارن يا ڪتابن ڇاپڻ جي جرائت ڪري
سگهون ٿا ۽ نـه ئي رياستي معاملن تي
عوام جـي مفاد خـاطر انهن حڪام کـان
اجازت وٺڻ کانسواءِ عوام کي خطاب ڪري
سگهون ٿا. جن کي اهڙي طـرح اسان جي
مرضي کانسواءِ اسان تـي مسلط ڪيو ويـو
آهي جهڙي طرح زميندار هارين جي مرضي
معلوم ڪرڻ کـانسواءِ پنهنجو ڪمدار مقرر
ڪندو آهي.

روسي عوام اڃاتائين اهڙي طرح حڪام
جا غلام آهن جهڙي طرح هاري زميندارن
جا غلام هئا، جهڙي طرح زرعي غلامي
جي دور ۾ هارين کي شهري آزاديون حاصل
نه هيون، ساڳي طرح روسي عوام سياسي
آزادي کان اڃا تائين محروم آهن.

سياسي آزادي جو مطلب اهو آهي تـه

عوام کي عوامي ۽ رياستي معاملن ۾ دخل ڏيڻ جي آزادي مليل هجي.

سياسي آزادي جو مطلب اهو آهي تہ عوام کي پارليامينٽ جي لاءِ پنهنجن نمائندن کي چونڊڻ جو حق ميسر هجي. مڙني قانونن تي بحث ڪيا وڃن پوءِ انهن جي منظوري ڏني وڃي. سڀ ٽيڪس ان پارليامينٽ جي ذريعي لاڳو ڪيا وڃن جنهن کي عوام خود چونڊيو هجي.

سياسي آزاديءَ جو مطلب اهو آهي تہ عوام کي حڪام کان اجازت جي ٻيڪ گهرڻ کان سواءِ ئي حڪام جي چونڊ ڪرڻ سيني رياستي مسئلن تي بحث جي لاءِ هر قسم جا جلسا ڪوٺائڻ، عوامي منشا جي مطابق اخبارن ۽ ڪتابن شايع ڪرڻ جو حق حاصل هجي.

ٻين سيني يورپي قومن گهڻو اڳ ان قسم جي سياسي آزادي حاصل ڪري ورتي، رڳو ترڪي ۽ روس ۾ عوام اڃا تائين سلطان جي حڪومت ۽ زار جي آپيشاهي ۽ ڏاڍ واري حڪومت جي هنج ۾ آهن. زار جي آپيشاهي حڪومت مان مراد زار جون لامحدود اختياريون آهن. رياست جي انتظامي ڍانچي جي تشڪيل يا ان جي ڪاروبار کي هلائڻ ۾ عوام جو ڪوبہ عمل دخل نہ آهي. رڳو زار ۽ ان جي لامحدود ذاتي جابرانہ ۽ آپيشاهي جي منصب سان هڙئي قانون ٺاهيا وڃن ٿا. ۽ سيني ڪامورن جي مقرري جا حڪم جاري ڪيا وڃن ٿا. ليڪن حقيقت اها آهي تہ زار کي نہ تہ سيني روسي قانونن جي ڄاڻ آهي ۽ نہ ئي هو روسي ڪامورن (حڪام) کي سڃاڻي ٿو. زار کي اها بہ ڄاڻ نہ آهي تہ ملڪ ۾ ڇا ڪجهہ ٿي رهيو آهي. زار تہ فقط چند امير ترين ماڻهن ۽ اعليٰ ترين طبقي سان واسطو رکندڙ ڪامورن جي مرضي ۽ منشا جو پابند آهي. هڪ فرد روس جهڙي وسيع ملڪ تي حڪمراني نٿو ڪري سگهي. خواهہ ائين ڪرڻ لاءِ سندس ڪيتري ئي خواهش ڇو نہ هجي. اها زار جي ذات نہ آهي جا روس تي حڪومت ڪري رهي آهي. آپيشاهي يا هڪ فرد جي حڪومت جو ذڪر تہ فقط هڪ انداز بيان آهي. دراصل روس ۾ اعليٰ ترين طبقي سان تعلق رکندڙ آنگرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو، جا ڳالهہ زار کي پڌائڻ پسند ڪن ٿا سا ئي هو رٿي وٺي ٿو. زار رتبي وارن اميرن جي مرضي خلاف نٿو وڃي سگهي. بالڪل ائين ئي ۾ ئي ان جي زندگي صرف رعايتون حاصل ڪيل طبقي جي انهن ماڻهن سان گذري آهي. انهن ئي ماڻهن سندس پالنا ڪئي ۽ تعليم ڏني. زار مجموعي طور تي روسي عوام جي باري ۾ ايترو ئي ڄاڻي ٿو جيترو اشرافيہ طبقي (دولتمند زميندار) سان تعلق رکندڙ اهي ماڻهو ــ اهي دولت مند زميندار ۽ ڪجهہ وڏا امير واپاري ڄاڻن ٿا جن جي زار جي دربار ۾ پهچ آهي.

هر والوسٽ انتظاميہ (والوسٽ انقلاب کان اڳ هيٺين سطح جي ملڪي نظم و نسق جا يونٽ) جي دفتر ۾ توهان کي ديوار تي لٽڪيل هڪ تصوير نظر ايندي جا زار (اليگزينڊر ٽيون موجوده زار جو والد) جي ترجماني ڪري ٿي. ۽ ائين ٿو معلوم ٿئي تہ تصوير والوسٽ جي سربراهن سان مخاطب آهي جي زار جي

تاجپوشي جي رسم ۾ شرڪت ڪرڻ آيا هئا، تصوير مان ائين ٿو ظاهر ٿئي جڻ زار انهن سربراهن کي حڪم ڏيئي رهيو هجي تہ "اشرافيہ (دولت مند زميندار) سان تعلق رکندڙ پنهنجن نمائندن جي اطاعت ڪريو." ۽ موجوده زار نڪولس پيو بہ انهن لفظن کي دهرايو آهي. اهڙي طرح زار خود انهي ڳالهہ کي تسليم ڪري ٿو تہ هو رڳو اشرافيہ جي مدد سان ۽ اشرافيہ جي ذريعي ملڪ تي حڪومت ڪري سگهي ٿو. اسان کي زار جي انهن لفظن کي چڱي طرح ياد رکڻ گهرجي جن ۾ هارين کي اشرافيہ (دولت مند زميندارن) جي اطاعت ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. جيڪي حلقا ماڻهن کي اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن تہ زار جي سرڪار حڪومت جي بهترين صورت آهي. اسان کي واضح طور تي سمجهڻ کپي تہ آهي عوام جي اکيان تمام وڏو ڪوڙ ڳالهائي رهيا آهن. ان قسم جا ماڻهو چون ٿا تہ ٻين ملڪن ۾ حڪومت چونڊي وڃي ٿي، ليڪن حقيقت تہ اها آهي تہ صرف امير ماڻهو ئي چونڊجي ايندا آهن. جيڪي عدل ۽ انصاف جو گلو گهٽيو حڪومت ڪري غريبن تي ڏاڍ ڪندا آهن. روس ۾ چونڊيل حڪومت نہ آهي. سڄي ملڪ تي

تي هڪ آپيشاهي زار جي حڪومت آهي زار هر شخص کان خواه اهو امير هجي يا غريب، اوچو ۽ بالاتر آهي. ڪجهہ ماڻهو اسان کي ٻڌائين ٿا تہ زار هر شخص سان خواه اهو امير هجي يا غريب يڪسان طور تي انصاف ڪري ٿو. اهڙي قسم جون ڳالهيون سراسر مڪاري تي ٻڌل آهن. اسان جي حڪومت جنهن قسم جو انصاف ڏيئي رهي آهي ان کان هر روسي واقف آهي. هر شخص اهو ڄاڻي ٿو تہ اسان جي ملڪ ۾ هڪ سٺو سڌو مزدور يا زرعي مزدور (هاري) رياستي ڪائونسل جو ميمبر نٿو ٿي سگهي. تنهن هوندي بہ ٻين يورپي ملڪن ۾ ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدور ۽ ٻنين ۾ پورهيت ڪندڙ ماڻهو پارليامنٽ لاءِ چونڊجي چڪا آهن ۽ انهي ڪري اهي نہ رڳو آزادي سان مزدورن جي ڏکن ڀري زندگي جي بابت ۾ عوام کي روشناس ڪرائڻ بلڪہ مزدورن کي متحد ٿيڻ ۽ هڪ بهتر زندگي لاءِ جدوجهد جو نعرو بلند ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن ۽ ڪنهن کي بہ عوام جي انهن نمائندن جي تقريرن کي روڪڻ جي جرئت نٿي ٿي سگهي. ايتري قدر جو پوليس کي بہ انهن تي آڱر کڻڻ جي جسارت نٿي ٿي سگهي.

(هلندڙ)

---

چي گويرا جو لکيل

# گوريلا جنگ

## ڇپجي ويو. اڄ ئي گهرائي پڙهو.

**ملڻ جو هنڌ: قومي ڪتاب گهر فوجداري روڊ حيدرآباد.**

مانڊل شر

ڪهاڻي

# انڌيري رات

راڻي ڪمال جي مڱيندي هئي، چاچي جي ڌيءُ هئي. ڪمال ڪڏهن ڪڏهن راڻي کي ڏسي وٺندو هو ته کيس ائين لڳندو هوجيئن چنڊ جهڙ مان نڪري وري ڪنهن ڪڪر اوڏو لڪي ويو هجي. راڻي سهڻي به هئي، جوان به هئي. راڻي وري اڪثر ڪڪائين گهر جي چنن مان ڪمال کي ڏسندي رهندي هئي. راڻي جو مڱڻو ٻه ننڍي هوندي ئي ڪمال سان ٿي ويو هو. تنهن ڪري هن کان ننڍي هوندي کانئس لڪندي رهندي هئي. راڻي ٣ سالن کان بالغ هئي ۽ ڪمال جي چاچي وٽ ايترا پئسا به ڪونه هئا جو راڻي کي شادي وقت ڏاج ۾ ڏيئي سگهي ۽ نه وري ڪمال وٽ به ايترا پئسا هئا جو چاچي کي ڏئي ته هو راڻي کي ڏاج ڏئي. راڻي جي شادي غريبي جي ڪري رڪيل هئي ڪمال وٽ هڪ ڏاندن جو جوڙو هو جنهن تي سندن گذربسر هو. وڏيري آله خان جي هارپ آله خان جي وڏن کان وٺي ڪمال جا وڏا ڪندا ايندا هئا. ڪمال به اله خان جو هاري هو. وڏيرو آله خان شرابي به هو ۽ پينگ به پيئندو هو اڪثر هن وٽ بدمعاش قسم جا ماڻهو رهندا هئا.

وڏيري آله جي پيءُ مرڻ کانپوءِ ته هي وڏيڪ چڙواڪ ٿي ويو هو. هارين تي ڏنڊ وجهڻ، چيڙون وٺڻ، اڄ فلاڻي وزير جو شڪار آهي، اڄ ڊپٽي ڪمشنر جو شڪار آهي، پوليس ڪماني جو شڪار آهي. هاري اڌ کان وڌيڪ محنت آله خان جي چيڙن ۽ وانگارن تي ڪندا هئا.

ڪمال ڪيتري به محنت ڪندو هو پر هر سال قرض لٿي ڪونه ٿي ان جون بچن باقي سمورو وڏيري جا منشي انگن ٻٽا ڪري کڻي وڃن.

هن سال فصل چڱو ٿيو هو قرض لهي وڃڻ کان علاوه بچت جي به اميد هئي ۽ اڳلي سال يقيناً راڻي سان شادي ڪرڻ جو پروگرام هو ڪمال جي اکين اڳيان هر وقت راڻي جو چهرو ڦرندو رهندو هو ۽ راڻي جون ڪاريون ڪاٽاريون اکيون جڏهن ياد اينديون هيون ته ڪمال خوشي ۾ نه ماپندو هو.

## انجنيئرنگ ڪاليج جي منتقلي سازش آهي

هڪ ڏينهن ڪمال شهر مان خوش خوش آيو ۽ پري کان ئي راڻي جي پيءُ کي سڏ ڪري چيائين ”چاچا ووٽ ٽين وارا آهن. هڪ پارٽي اهڙي آهي جيڪي چون ٿا زميندارن کان زمينون کسي هارين ۾ ورهائينداسون“ راڻي جي پيءُ ڪمال کي سمجهايو: ”پٽ! اها ڪوڙي ڳالهه آهي. اهي اڳ ۾ به اسانکي ائين چوندا هئا ته جڏهن هندو لڏي ويندا ته اهي زمينون توهان کي ڏينداسون، جڏهن هندو لڏي ويا ته زمينون اسانکي ڪونه مليون پر هارپ غريبن کان کسجي ويئي، اهي وڏا ماڻهو آهن. انهن جو ڪوڙ ايمان آهي.“

پر ڪمال ته خوشي ۾ ڇڙ چريو ٿي ويو هو، چاچي تي ڪاوڙجي ويو، ”چاچا ائين ڪڏهن ڪونه ٿيندو مان اڪين سان شهر ۾ ڏسي آيو آهيان. ته پڙهيل شاگرد به انهيءَ پارٽي جا نعرا هڻي رهيا هئا. هاڻي اسانکي زمينون ضرور ملنديون.“ نظر ڦيرائي گهر ڏانهن ڏٺائين ته راڻي گهر جي ڪُڙي مان هن کي ڏسي رهي هئي ڪمال هن جي نظر سان نظر ملائي. هي پهريون ئي پيرو هو جو راڻي هن سان اکيون ملايون هيون. اڳي هميشه ڪمال جي نظر پوندي ئي راڻي لڪي ويندي هئي. پر اڄ ته سڌو سنئون هن جي اکين ۾ نهاري ڇڏي رهئي هئي ته ڪمال ڪڏهن تنهن جي پارٽي جي حڪومت ايندي.

ڪڏهن اهو روشن ڏينهن ايندو ڪڏهن توهان ملڻو ٿيندو.

ڪمال کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته انهي پارٽي جي حڪومت اچي ويئي آهي. هي زمين جو مالڪ بڻجي ويو آهي. هن جي شادي ٿي ويئي آهي راڻي هن کي ڳراٽڙي پائي ڇڏي رهي آهي ته ڄاڻي ڪيترن سالن کان سڪايل آهيان ايترو پيار ڪريان جو سڄي تو ۾ سمائجي وڃان.

ڪمال نوجوان هارين کي سڄو ڏينهن چوندو رهندو هو ته ”ادا سو ڏينهن ڇور جا ته هڪ ڏينهن پاڻتي جو به ٿيندو آهي هاڻي اسان جو وارو آهي. اسان زمين جا مالڪ ٿينداسون. پوءِ ڪوبه اسانکي لڏائي نه سگهندو. اسان جي سڄي محنت صرف اسان لاءِ هوندي. پوءِ نه ڪليمر جو شڪار هوندو هوندو نه ڪماني جو شڪار. اسان زمينون سٺيون ڪري ٿاهينداسون اسان جون زمينون سون پيدا ڪنديون.

اليڪشن به اچي ويئي ڪمال مينهي کان وڌيڪ جوش و خروش سان پارٽي لاءِ ڪم ڪري رهيو هو. هرهڪ مرد عورت کي پارٽي جو نشان ڏيکاري رهيو هو. راڻي جي گهر جي پرسان بيهي وڏي آواز سان چاچي کي اچي ٻڌائيندو هو ته هي پارٽي جو نشان آهي هيئن مهر هڻجو راڻي به سمجهندي هئي ڪمال هن کي ٻڌائي رهيو آهي خوشي مان باغ باغ ٿي ويندي هئي.

ووٽ ٿيا. هاري نعرا هڻي ووٽ ڏيئي ويا هارين جي پارٽي کٽي ويئي. هاري خوش هئا ته اهو ڏينهن تمام جلد ايندو جڏهن روشني جا ڪرڻا ڏسنداسون ۽ انڌيري رات جلد

بهاري نه کپن

ختم ٿي ويندي.

نيٺ آهو ڏينهن آيو جڏهن ڪمال واري هارين جي پارٽيءَ جي حڪومت جون واڳون مليون. ڪمال خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي راڻي خوش هئي. هاري خوش هئا ته، زمين جا مالڪ ٿيندا. هنن جي پارٽي پنهن جا واعدا پاڙيندي.

حڪومت اعلان ڪيو ته هي حڪومت مزدورن ۽ هارين جي آهي. جن جي ذريعي هي برسراقتدار آئي آهي. تنهن زميندارن کان زمينون کسي هارين ۾ ورهايون وينديون. پارٽيءَ جي اڳواڻ اعلان ڪيو ته زميندارن جون زمينون ضبط ڪري غريب هارين ۾ تقسيم ڪيون وينديون زميندارن کي صرف ڏيڍ سو ايڪڙ يا پندرنهن هزار يونٽ زمين ڏني ويندي. هاري غريب يا جو مطلب ئي ڪونه سمجهيا هنن کي ته پڪ ٿي ويئي ته هاڻي هو به زمين جا مالڪ ٿجي ويندا هارين ۾ خوشيون ملهايون ويون. ڪمال جي خوشي جي ته حد نه هئي. بار بار چاچي کي وچي چوندو هو ته، ”چاچا ڏٺئي اسان جي پارٽي وارن زميندارن کي هڪ ڌڪ سان گوڏا ڪوڙائي ڇڏيا. اهي ظالم انسانن کي حيوان سمجهندا هئا، هاڻي ڪم وٺن ته خبر پوندن. ته ڪيتري ويهين سوَ آهي.“ ڪمال جو چاچو به ائين چوندو ته بابا مونکي ته اعتبار انهن وڏن ماڻهن تي نٿو اچي. ڪمال ڪاوڙجي هليو ويو. سڄي سنگت کيس گڏ ڪري اچي هوجمالو راڳ مٽي سر ۾ سڄا سنگتي ڇٽي رهيا هئا ته ”هاري ٿيو زميندار الا هوجمالو

ڪمال ڏاڍو خوش هو. راڻي سان ملاقات لاءِ به دل ۾ ارمان هئا. ته هڪ ڏينهن اهو به ٿيندو جڏهن راڻي کي پنهنجي گهر آڻيندو هي زمين جو مالڪ هوندو. هن سوچيو ته راڻي کي وچي ٻڌائي ته ”راڻي جنهن زمين تي هو هاري هو، جنهن زمين تي هيتري ساري محنت ڪرڻ کانپوءِ به هن کي کائڻ لاءِ داڻا به مس بچت ٿيندا هئا، باقي سمورو وڏيري آلڻ خان جا ڪمدار انگوڻ پٽا ڪري ڪٽي ويندا هئا، انهيءَ زمين جو هاڻي هو خود مالڪ آهي. ڪمال چاچي جي گهر آيو راڻي ڪمال کي ڏسي لڄ مان اندر لڪي ويئي ۽ ڪمال جي خوشي سان پڙيل منهن ۽ موڪري ڇاتي کي ڏسي مستقبل جي سهڻن سپنن ۾ گم ٿي ويئي.

ڪمال چاچي کي سمجهائي رهيو هو ته هاڻي اسان ئي زمين جا مالڪ آهيون. اسان واري زمين ڪانسواءِ وڏيري وٽ پي به هزارين ايڪڙ زمين آهي. هي زمين وڏيري جي شهر کان تمام پري آهي، ۽ زمين نه لازمي وڏيرو ڇڏي ڏيندو! راڻي جي ڪنن تي اهي الفاظ چڻ ته، شادي جا ”سهرا“ هئا. هن سوچيو ته جڏهن به ڪمينو ڪرڙ ڪمندار ايندو هو ته چوندو هو. ”هي ڇوري ڏسو ڪيڏي نه سهڻي آهي، هتي ته، ڻهي ئي ڪانه. وڏيري جي ڪوٽ ۾ هجي ظالم! جون اکيون ڏس ٽاندان جيئن برنس ٿيون، ڳچي ڏس آڙي آڙي، يتي الله وٽ! به، انصاف ڪونه آهي، ڇهڙي ڇوري ڪڪاون گهرن ۾ ها ڪمدار جا هرجي ڦار کان نڪا

چار قوميتون تسليم ڪريو

• دل ڏاريندڙ اکر ياد ڪري راڻي جـي منهن تي نفرت تري آئي، هاڻي چوندو ته منهن ۾ ڏوڙ وجهندي مانس هن فيصلي ڪن لهجي ۾ چپن ۾ پڙڪيو. پر وري هن سوچيو ته، هاڻي هو ايندو ڇا لاءِ جڏهن زمين اسان جي پنهنجي هوندي ته پوءِ هي ڇا لاءِ ايندو؟

صبح جو ڪرڙ ڪمندار آيو ته توهانکي وڏيري آلهه خان سڏيو آهي. سڀئي هاري گڏجي وڏيري آلهه خان جي اوطاق تي پهتا وڏيرو آلهه خان ڏاڍو گرم ويٺو هو پهچڻ شرط ڪمال کي مخاطب ٿي چيائين تـه ”اڙي ڪلو! تون ٻ هاڻي چئه اسان جي زمين جو مالڪ ٿو سڏائين، پيٽا ٻار ٻچا سڀ ڪٽائي ڇڏيندو مانوَ ڇنو! پاڻکي سمجهو ڇا ٿا اڄ جو اڄ وڃو منهن جي زمين مان نڪري وڃو“. ڪمال چيو ”سائين اسان توهانکان زمين نه کسي آهي جيڪڏهن سرڪار زمين اسانکي ڏني ته ٺيڪ آهي جيڪڏهن نه، ته اسان توهان جا ساڳيا هاري رهنداسون“. وڏيري رڙ ڪري چيو ”اڙي اهـا زمين مـان پنهن جي ماڻهن جي نالن تي ڪرائيندس. جيڪي مونکي ٻٽائي ڏيندا رهندا. توهان پيٽا مونکي ٻٽائي ڏيندؤ، اها زمين منهن جي ئي رهندي“. ڪمال چيو، ”سائين توهانکي ته ٻي زمين به ڪافي آهي. توهانکي ته سرڪار ڏيڍ سو ايڪڙ زمين ڏيندي. وڏيـري هڪل ڪـري چيو ”اڙي چئه اسان ڏيڍ سو ايڪڙ زمين ڪيئن وٺنداسون. يونٽ وٺنداسون، اها زمين اهي ٤٦٠ ايڪڙ ٿيندا وري اسـان ايترا نـالا لکائينداسون جو زمين ڪٽـي ويندي پر ٿالا نه ڪٽندا اسان جي گهرن ۾ اڃـي سرڪار ڏسندي ته اسان جون ڪهڙيون عورتون آهن. ڪمال نه سمجهندي وري بـه چيو ”سـائين تڏهن به توهان جي زمين گهڻي آهي. وڏيرو ٽپي ٻاهر ٿي ويو ڪاوڙجي چيائين ته گهڻي هجي يا ٿوري، توهان منهن جي زمين مان لڏي وڃو.“ ڪمال به ڪاوڙجي ويو چيائين ته ”هاڻي اسان هارين جي حڪومت آهي، مٿي مارائي ڪـانسواءِ ڪونه لڏينداسون.“ وڏيري رڙ ڪري ڪمدار کي چيو ته ”هنن ڇٽن کي اوطاق مان ڪڍي ڇڏيو هنن ڇٽن کي اڃا تائين اها خبر به نه آهي تـه هنن ڇٽن جو وزير ڪهڙو آهي“؟

وڏيري فخر مان منهن مٿي ڪري چيو ته هونهن، هارين جي حڪومت! وزير سڀ جا پراڻا دوست آهن. وڏيري ٿالا ڳڻڻ شروع ڪيا: وڏيرو معصوم خان منهن جو دوست وڏيرو قائم خان منهنجو دوست، وڏيرو سادو خان منهنجو دوست، ”اڙي ڇٽو ٻچ ٻچ ڪري ڇڏيندو مانوَ“. هارين کي ڪمدار اوطاق مان تڙي ڪڍيو. سڀني هارين گڏجي صلاح ڪئي ته زمين نه ڇڏينداسون جيڪڏهن زمين نه ملي ته به هارپ سرڪار اسانـکي ڏياريندي آخر ته هارين جي ووٽن تي حڪومت ڪامياب ٿي آهي. اسان اٻن ڏاڏن کان انهيءَ زمين جي هارپ ڪندا آيا آهيون.

احمد خان جمالي کي آزاد ڪريو

صبح جو وڏيري، ڪمدار کي حڪم ڪيو ته پنج ڇٽا وٺي وڃ سيٺي کي لڏائي ڇڏ. وڏيري وٽ گهڻائي بدمعاش پالتو ڪتن جيئن پلجندا رهندا هئا ڪمندار پنج ڇٽا وٺي ويو اتي وڃي هارين کي چيائين ته وڏيري جو حڪم آهي لڏي وڃو پر لڏي وڃڻ کان صفا جواب ڏنو ڪمدار وڙهڻ لاءِ اڳتي وڌيو. جنهن کي ڪمال جي هڪ لٺ لوندڙي ۾ لڳي ته ٽڪاءُ ڏيئي پڳو ٻين کي به ٿورا گهڻا ڌڪ لڳا پر سيئي ڀڄي ويا اهو لقاءُ راڻي به ڏٺو پئي. ڪمندار کي لٺ لڳڻ ڪري ڏاڍي خوش ٿي. پر پوءِ اچي ڀؤ ورايس ته متان ڪمال کي ڪجهه ٿئي متان وڏيرو ڪمال تي وري ڀيهر ڪاهه ڪرائي. هن جي اکين ۾ انڌيري اچي ويئي خيال ڪيائين ته ٻابو سچ چوندو هو ته اهي وڏن ماڻهن جا ڏنا آهن جيڪي گهڻي وقت کان ڏيئي رهيا آهن. خيال ڪيائين ته ڪمال سان گڏجي ڪنهن اهڙي دنيا ۾ وڃجي جتي ڪوڙ نه هجي جتي غريبن تي ظلم نه ٿيندو هجي پر ڪمال کي اهڙي ڳالهه ڪيئن ٿي ڪري سگهي هو ته منهن ۾ شرم کان ڪمال کي نه ڏيکاري سگهندي هئي.

ڪمال جي سيٺي سائين جو فيصلو هو ته زمين نه ڇڏينداسون هاري ٿي سهي پر زمين نه ڇڏينداسون زمين تي اسان جو حق آهي اسان ابن ڏاڏن کان زمين آباد ڪندا اچون.

ڪمدار مٿي واري سوٽي کائي سڌو وڏيري آلڻ خان وٽ ويو. وڏيرو ٽپي ٻاهر

تي ويو وڏيرا سيئي هن جا دوست پيالي پائي هئا. هي ويو وڏيري سادي خان وزير وٽ وڏيري سادي خان جي وزيري جو سيٺي محڪمن تي ڏاڍو اثر هو. سادي خان وزير کي وڃي الڻ خان دانهن ڏني ته ڇٽ اچي پڪڙيا آهن زمين اسان جي هي قبضو ڪري ويهي رهيا آهن وڏيري سادي خان آلڻ خان کي دلجاءِ ڏني ته فڪر نه ڪري ۽ پوليس ڪماني کي فون تي ٿي حڪم ڏنائين ته وڏيري آلڻ جي زمين تان هارين جو قبضو خالي ڪرائي ڏئي جيڪڏهن ڪو لڏڻ جي ڪونه ڪري! ته انهن جي گهرن کي ٻاهيون لايو. پوليس ڪماني ساڳيو حڪم صوبيدار ڏي الڻ خان کي لکي ڏنو اهو به ٻڌايائين ته وڏيري آلڻ خان جو ڪيترو اثر رسوخ آهي. وڏيري آلڻ جا وزير سيئي دوست آهن صوبيدار خود آلڻ خان سان چڱي طرح واقف هو. جڏهن شڪار تي آفيسر يا وزير وڏيري آلڻ خان وٽ ايندا هئا ته هي به انتظام رکڻ لاءِ وڏيري جي در تي حاضري ڀريندو هو. ۽ جيڪو صوبيدار آلڻ خان جي مخالفت ڪندو هو ته هن جو بسترو به تيار هوندو، ويتر صوبيدار کي آلڻ خان پنج هزار روپيه ڏنا ته صوبيدار کي ڀيو ڪپندو ڇا هو؟ پوليس جي ٽرڪ ڀري هارين جي گهرن کي وڃي گهيرو ڪيائون. ڪمال سوچيو ته صوبيدار کي هو سمجهائيندو ته هو صرف هارپ ڪرڻ چاهين ٿا. زمين تي قبضو ڪونه ٿا ڪن صوبيدار ضرور هنن سان ڳالهه

ٻولهه ڪندو. جيئن هي ٻوليس ڏانهن وڌيو
ته وڏيري آلهه خان ڇيو اهوئي خطرناڪ
هاري هنکي فوراً ٻندوق هڻو پوليس جي ٻهرين
گولي ڪمال جي سيني ۾ لڳي. ڪمال اتيئي
ڪري پيو پوليس ۽ وڏيري جي ساٿهن گهرن
کي باهيون ڏنيون، ڪي هاري زخمي ٿيا
ڪي ڀڄي ويا.

عورتن ۾ روج راڙو ٻنجي ويو. هڪ هڪ
ٻُڙ ۽ ٻه ٻچيو سڀ سڙي رک ٿي ويا ۽
ٿي ننڍا ٻار ۽ سڙي ويا. شام ٿي ويئي ڪافي
هاري گرفتار ڪيا ويا. راتي سڙيل گهرن جي
رک جي ڍير جي ڀرسان ڪمال جي لاش کي
هنج ۾ کڻي اڪين مان مينهن وسائي رهي
هئي انڌيري رات کي ڏسي رهي هئي جيڪا
هن هميشه انڌيري ڏٺي هئي. وڌيڪ انڌيري
ٿيندي ويئي هن کي معاشري کان نفرت هئي
هن کي زندگي کان نفرت هئي. انهيءَ
انڌيري رات ۾ هڪ دردناڪ دانهن اچي
رهي هئي. روشني لاءِ پڪاري رهي هئي.
جيڪا روشني اڃا پري آهي.

●

عاشق حسين قريشي

## ڪارو دونهون

دور چمني مان نڪرندڙ ڪارو دونهون،
زلف محبوب وانگر ور وڪڙ کائيندو،
دور آڪاش ڏانهن ٿو وڌندو رهي،
هڪ مزدور جي محنت جو اعلي نشان!
قيمتي آهي ڪيسو ۽ پيار کان.

---

ٻورهيتن جي ڇوٽڪاري جو حل سوشلزم آهي

---

چيخوف

روسي ڪهاڻي

# نقـــاب

## سنڌيڪار: منظور حسين قريشي

روسي اديب چيخوف دنيا جي سٺن اديبن مان هڪ آهي، سندس لکڻين جا هر ٻولي ۾ ترجما اچي چڪا آهن. هتي اسين سندس هڪ ڪهاڻي سنڌي عوام لاءِ ڏيئي رهيا آهيون. — ادارو

ڪلب ۾ امدادي ناچ ٿي رهيو هو. اعلي طبقي جون خواتين انگي فرينچ ۽ عجيب انداز مان "باپاري" (Bapari) چونديون آهن. اڌ رات جو وقت هو. ڪلب جي ريڊنگ روم ۾ ڪجهه دانشور هڪ وڏي ميز جي چوڌاري پنهنجا منهن اخبارن ۾ لڪايو ويٺا هئا، ڪجهه جهوٽا کائي رهيا هئا ۽ ڪجهه ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل هئا.

"بال روم" ۾ ناچ جي ڌن آهستي آهستي وڄي رهي هئي. بيرا، پليٽون کڙڪائيندا در مان آيا ويا پئي، پر ريڊنگ روم ۾ خاموشي هئي، اوچتو هڪ گنڀير آواز خاموشيءَ کي ٽوڙيو. ائين معلوم پئي ٿيو ته آواز، روشندان مان اچي پيو — "منهنجو خيال آهي، اسان کي هتي آرام ملندو... هتي... هيڏانهن اچو، هن پاسي!"

در کليو ۽ هڪ ٿلهو ۽ ڌڪهو ماڻهو جنهنکي ڪوچوان وارو لباس پاتل هو ۽ ٽوپلي ۾ مور جا کنڀ لڳل هئا، اندر آيو. هن پنهنجو چهرو نقاب ۾ لڪايو هو. هن جي پٺيان ٻه نقاب پوش عورتون به، داخل ٿيون. عورتن پٺيان بيرو هڪ ٿري ۾ مٺي شراب جي هڪ بوتل، سرخ شراب جون ٽي بوتلون، ۽ ڪيترائي گلاس هئا، کنيو پئي آيو. "هتان، ها، ها هتان..." نقاب پوش چوندو رهيو "ٿري، ميز تي رک ۽ ها! خواتين توهان ويهو." دانشورن ڏانهن اشارو ڪندي نقاب پوش چيو "حضرات! توهان هتان نڪري وڃو. توهان اسان جي راهه ۾ رنڊڪ وجهي رهيا آهيو!"

دانشورن مان هڪ عينڪ مان گهوريندي چيو، "ڏسو، توهان خاموش ٿي وڃو، هي

بلوچستان مان فوجون واپس گهرايو

شراب خانو نہ آهي— شراب پيئڻ لاءِ ڪا
ٻي جڳهہ تلاش ڪريو.''

''ڇڱو! هي موزون جڳهہ نہ آهي—
هتي ڇا آهي؟ ڇا فرش ڪمزور آهي؟ ڇا
ڇت اسان تي ڪري پوندي؟ هون... ! پر
ٻڌو، مون وٽ ڳالهين ٻڌڻ لاءِ وقت ڪونهي،
اخبارون رکو ۽ هليا وڃو، گهڻوئي پڙهيو
اٿو! اڄ لاءِ ايتروئي ڪافي آهي... ظاهر
آهي تہ— توهان سڀ ذهين آهيو، ڇو
خوامخواه پنهنجن اکين جو زيان پيا ڪريو...،
۽ ٻي ڳالهہ تہ آءٌ بہ نٿو چاهيان تہ توهان
هتي ويٺا هجو!'' نقاب پوش فيصلي ڪندڙ
آواز ۾ چيو.

''ڏسو، خدا واسطي پنهنجي تقرير ختم
ڪريو، هي ريڊنگ روم آهي.'' عينڪ
اري دانشور، نقاب پوش کي ٽوڪڻ جي
ڪوشش ڪئي.

''تعجب آهي، دنيا ۾ اهڙا ماڻهو بہ
آ ، جيڪي سرخ شراب تي اخبارن کي
ترجيح ڏين ٿا— آه!'' نقاب پوش، سرخ
شراب جو پيگ ڪٽندي چيو— ''معزز حضرات!
مونکي يقين آهي تہ توهان وٽ شراب لاءِ
ڏوڪڙ نہ آهن، تڏهن تہ توهان ائين ڪريو
پيا— ڇا آءٌ ڪوڙ پيو ڳالهايان...؟ ها
ها ها... ڏسو، هنن کي اخبار پڙهندي
ڏسو! ڀلا پڙهايو اخبارن ۾ ڇا رکيو آهي؟
اڙي عينڪ وارا! ڪجهہ خبرون بہ ڏاءِ.
تازيون تازيون... ها ها ها... آءٌ چوان ٿو
هي جهڪ جهڪ بند ڪريو ۽ مزي سان
هڪ هڪ پيگ شراب پيو!''

— نقاب پوش، عينڪ واري دانشور جي
هٿن مان اخبار کسي ورتي. عينڪ وارو دانشور
ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. ٻيو دانشور حيرت
سان نقاب پوش کي تڪڻ لڳو ۽ رڙ ڪئي-

''صاحب! توهانکي خبر نہ آهي يا توهانکي
هوش نہ آهي، جو توهان ريڊنگ روم کي
شراب خانو سمجهي ويٺا آهيو ۽ بي مقصد
گوڙ پيا ڪريو ۽ ماڻهن جـــي هٿن مان
اخبارون پيا کسيو. هي بدتميزي آهي، ها،
آءٌ ائين ٿيڻ نہ ڏيندس. توهان نٿا ڄاڻو تہ
توهان ڪنهن سان ڳالهايو پيا— آءٌ بئنڪ
جو مئنيجر آهيان!''

''مون کي ڀـــلا ڇا، توهان ڪير بہ
هجو!'' نقاب پوش چيو ''۽ ها، ڪن کولي
ٻڌو، آءٌ توهانجي اخبار جو قدر نٿو ڪريان.
هي وٺـو!'' نقاب پوش، اخبار کي ڦاڙي
ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيو ۽ ريڊنگ روم ۾
پکيڙي ڇڏيائين. بئنڪ جو مئنيجر ڪاوڙ ۾
ڏڪڻ لڳو ۽ سخت نفرت ڪري اڙڙ ڪرڻ
لـڳو. ''هي ڪهڙي نـہ بدتميزي آهي—
ڪهڙي نہ بيهودگي آهي.''

''آهـــا'' نقاب پوش ٽوڪيندي چيو.
''توهان کي ڪاوڙ لڳي. اڙي! ڏسو، آءٌ
ڏڄان پيو. ڏسـو، منهنجيون ٽنگون ٿڙڪن
پيون. معزز حضرات! آءٌ صاف صاف ٻڌائڻ ٿو
گهران، مون کي توهان سان ڳالهائڻ بہ پسند
نہ آهي— توهان شايد ڏسو پيا تہ آءٌ هنن
عورتن سان نويڪلائي گهران ٿو. آءٌ ٿوري
تفريح چاهيان ٿو، ان لاءِ توهان هتان هليا
وڃو. توهان پوٽ ڪنيو ڇا ڏسي رهيا آهيو؟

هليا وڃو. آءٌ چوان ٿو وڃو، ورنه توهان
کي ڌڪا ڏيئي ڪڍي ڇڏيندس ـــ!"

دانشور هڪ يتيم خاني جو خزانچي هو.
هن ڪاوڙجي چيو، "مون کي توهان جي
جڪ جڪ سمجهه ۾ نٿي اچي. ڏسو ته
بدتميز هڪ ته ريڊنگ روم ۾ گهڙي آيو
آهي ۽ ٻي بڪواس لايو ويٺو آهي."

"ڇگو، منهنجي هن نقاب توهان جو
ايترو من وڏائي ڇڏيو آهي. نڪري وڃو
هتان ـــ تون ۽ تنهنجو بئنڪ جو مئنيجر ٻئي
وڃو، آءٌ ڪنهن به ڪميٽي جي شڪل ڏسڻ
نٿو گهران. وڃو... وڃو... پنهنجن طبيلن
ڏانهن وڃو." نقاب پوش گجندي چيو.

"ڏٺو ويندو" بئنڪ جي مئنيجر ڪاوڙ
۾ چيو. ڪاوڙ ۾ سندس عينڪ جا شيشا به
ٻڪهر ۾ ڏندڄي ويا. "آءٌ توکي ان جو مزو
چکايان ٿو. اڙي، ڪلب جي منتظم کي
ته گهرايو!"

ٿوري دير ۾ پورن وارن وارو منتظم ڊوڙندو
آيو. ناچ ۾ حصي وٺڻ ڪري آپسائي هيس.
"ڏسو، هي شراب گهر نه آهي، توهان هتان
هليا وڃو!" هن نقاب پوش کي چيو.

نقاب پوش رڙ ڪندي چيو "مون ته
توکي ڪونه سڏايو، تون ڪٿان آئين!"

"ٻڌو، آءٌ ڪنهن به قسم گستاخي برداشت
نه ڪندس. توهان هڪدم تفريح واري ڪمري
۾ هليا وڃو. فوراً نڪري وڃو." منتظم
گجندي چيو.

"آءٌ توهان سڀني کي هڪ منٽ ڏيان
ٿو ۽ هتان سڀ هليا وڃو، ۽ ها، جيئن ته
هتي جا منتظم آهيو ۽ توهان جي ڪجهه
حيثيت آهي، تنهنڪري توهان هتان هنن
دانشورن کي هڪاليندا ڪڍي وڃو. هنن پياري
پياري عورتن کي غيرن جي موجودگي پسند
نه آهي، هي توهان جي هوندي شرمائي
رهيون آهن ـــ ۽ مون کي پنهنجي ڏل رقم
به وصول ڪرڻي آهي. آءٌ هنن کي اصلي
حالت ۾ ڏسڻ چاهيان ٿو، جي ها." نقاب
پوش سڀني کي گهوريندي چيو.

"هي بدتميز، اهو به نٿو ڄاڻي ته
ريڊنگ روم ۾ آهي يا ڪنهن طبيلي ۾"

"صوبيدار کي گهرايو." بئنڪ جي مئنيجر
مشورو ڏنو. صوبيدار ڪٿي آهي ـ صوبيدار...
صوبيدار جو آواز ڪلب ۾ گونجي ويو.
صوبيدار به ڊوڙندو آيو.

"مهرباني ڪري توهان هليا وڃو.
صوبيدار ڪاوڙ ۾ چيو. ڪاوڙ ۾ سندس
مڇون ڦڙڪي رهيون هيون.

"اوه، توهان مونکي ڊيڄاري ڇڏيو."
نقاب پوش ٺوڪيندي چيو. "خدا جو قسم
بالڪل ڊيڄاري ڇڏيو. ها ها ها... توهانجي
شڪل به ڪهڙي نه عجيب آهي. ٻلي
جهڙيون مڇون ۽ ڳڏهه جهڙا ڏوڏا."ـــ ها
ها ها... نقاب پوش کليو.

"جڪ جڪ بند ڪريو، ختم ڪريو
بحث" صوبيدار رڙ ڪئي. "هتان نڪري
وڃو، ورنه......" بئنڪ جو مئنيجر، يتيم
خاني جو خزانچي ۽ ٻيا رڙيون ڪري رهيا

هئا. "خاموش!" نقاب پوش جي رڙ سيٺ
کي ماٺ ڪرائي ڇڏيو. رعب ڄمائڻ لاءِ
صوبيدار، سپاهين کي گهرائي ورتو ۽ پاڻ
رپوٽ لکڻ ويٺو.

نقاب پوش پني تي آڱر گهمائيندي چيو:
"لکو ـــ ضرور لکو ـــ آهي آءٌ غريب
مارجي ويس. اڙي، توهان مون غريب مسڪين
کي برباد ڪرڻ پٺيان پيا آهيو. لکو،
چڱو! ڇا رپورٽ تيار ٿي ويئي؟ ڇا توهان
سيٺ صحيح ڪئي؟ ۽ هاڻي ...... مون
ڏانهن نهاريو. هڪ ... ٻه ... ٽي!"

نقاب پوش آڪڙجي بيهي رهيو ۽ هڪدم
پنهنجو نقاب لاهي ڇڏيائين. نشي ۾ چور
هرهڪ کي گهورڻ لڳو ۽ ڪرسيءَ تي
ويهي وڏا ٽهڪ ڏيڻ لڳو. دانشور وائڙا ٿي
پيا. سندن رنگ ڊپ ۾ پيلو ٿي ويو. شرم
کان ڪنڌ جهڪي ويا. صوبيدار کنگهي گلو
صاف ڪرڻ لڳو، ڄڻ ته هن کان ڪو وڏو
گناهه ٿي ويو هجي. نقاب پوش اصلي روپ
۾ سامهون ويٺو هو ۽ سڀ وائڙا ٿي خاموش
ويٺا هئا. سيٺ ڏٺو ته هي آهو ساڳيو خانداني
ڪروڙ پتي صنعت ڪار آهي، جيڪو پنهنجين
شرارتن ڪري بدنام ۽ سخي مشهور آهي ۽
جنهن کي اخبارون علم جو شيدائي لکن ٿيون.

"ٻڌايو، هاڻي ويندؤ!" نقاب پوش
للڪاريو. دانشور ماٺ ميٺ ۾ نڪري ويا
۽ در بند ڪري ڇڏيائون. صوبيدار ٻاهر
نڪري ٻيري جي ڪلهي کي جهنجهوڙيندي
چيو "تو کي جڏهن خبر هئي ته هي ڪروڙ
پتي آهي، تو ڇو نه ٻڌايو؟"

"مون کي منع ڪيو هئائين." ٻيري چيو.
"منع جا پٽ آءٌ تنهنجي کل لاهي
ڇڏيندس." وري صوبيدار دانشورن تي اچي
ڪاوڙيو. "توهان ٻـــ ڪمال ٿا ڪريو.
خواهه مخواهه هنگامو کٽي ڪڙو ڪيو. ٿوري
دير لاءِ جيڪڏهن ڪمري مان نڪري وڃو
ها ته ڇــا ٿي پوي. اهي ڳالهيون مون کي
بالڪل نٿيون وڻن."

دانشور خاموش ۽ مايوس ويٺا هئا. ايندڙ
خطري جو احساس هون. رات جو ٻيئين بجي
ڪروڙ پتي، ريڊنگ روم مان نڪري بال روم
۾ آيو ۽ نشي ۾ مست موسيقيءَ جي ڌنن تي
جهومڻ لڳو. ٿوريءَ دير کان پوءِ سمهي
رهيو. موسيقارن کي خاموش ڪرايو ويو
"سرڪار ننڊ ڪري رهيو آهي."

يتيم خاني جي خزانچيءَ ادب سان جهڪي،
آهستي چيو "سائين، گهر ڀڃائي اچانوَ يا
چئو ته گاڏي گهرائي ڏيانوَ."
"هونه... ڪير آهين تون..." ڪروڙ
پتيءَ پڇ پڇ ڪئي. "ها... هان... ها...
مونکي گهر وٺي هلو!"

خزانچي خوش ٿيو. هن ڪروڙ پتيءَ کي
سهارو ڏيئي بيهاريو، پيا دانشور به خوش ٿي
ڊوڙندا آيا ۽ سيني گڏجي ڪروڙ پتيءَ کي
گاڏيءَ ۾ وهاريو.

سنڌي پنجابي - پشتو ۽ بلوچي کي قومي زبان تسليم ڪريو

”وڏو فنڪار آهي، تڏهن تہ اهڙي اداڪاري ڪري سگهي ٿو.“ بئنڪ جي مئنيجر ڳالهائڻ ۾ وهاريندي چيو ”خدا جو قسم، سائين، آءٌ تہ حيران ٿي ويس. ڪهڙو نہ سهڻو ۽ اثرائتو مزاح هو— اسان بہ ڪهڙا نہ بيوقوف آهيون، جو جلدئي هنگامو ڪري ويهي رهياسين. اچوڪي رات تہ هميشہ ياد رهندي، خدا جو قسم.“

ڪروڙ پتيءَ کي رواتو ڪري هنن مٺڪ جو ساهہ کنيو. ”هن تہ مون سان هٿ بہ ملايو. هاڻي معاملو ٺيڪ ٿي ويو.“ بئنڪ جي مئنيجر خوش ٿيندي چيو.

”خدا ڪري ائين هجي“ صوبيدار چيو. ”هي وڏو بدمعاش آهي، وڏو آواره، پر اسان جو محسن بہ آهي. چا ڪريون، احتياط تہ ڪرڻي پوي ٿي.“

مير محمد پيرزادو

## آزاد نظم

چوُ رئين ٿو پيو ميان؟ هن صبح صادق کي تہ ڏس!
”بي شڪر بندو آهي،“ هو ڪنهن چيو.
ڪين ڪنهن کي هئي خبر تان آ رئڻ ڪيڏو ڏکيو!
پر اصل هن جي حياتيءَ ۾ منڊس آ هٿ وڏو.
اي ميان تون پنهنجي اصلاحن کي سوگهو ڪر ڀلي،
پر رکيو هيڪر انهيءَ نادار جي دل کي ڏسج،
جا هزارين داستان سانڍيو هلي، ساهيون پٽي،
ڏس رکيو هيڪر ڪيري جي وچ هماليہ مٿان،
ڪيئن نہ ٿو پرزا ٿئي!
ڪيئي وچون پاڻي وئي آهي، مگر، دل گوشت جي،
پر نہ اڄ هي ڳالهہ آهي سڀهڻ جي سائين اصل،
پٽ پيو آ جيل ۾، بيمار ٿي سٿسڪي مري،
مال چوري ڪلهہ ٿيو!
اڄ وري هيءَ ڌيءَ وڏ ور آ وئي ڪاڏي هلي؟،
پٽ مٿي رهندون ۽ ڊانوانڊول ڊنگهرن ڪان سواءِ،
ڪين ٿو ڪوئي ڏسي!
”هاڻ تنهن جو صبح صادق، بڏاءِ، چا تو چئي“؟!!

مهانگائي ختم ڪريو

شبنم موتي

## اوسيئڙو

هي ۽ سڄو وڻ
پتن کان اڄو وڻ
جنهن ۾ سونهن ناهي
سڳند ناهي ساوڪ ناهي
جنهن کي پسي اداسي ۽ جو احساس پيو ٿئي
ويراني ۽ وحشت
آجڙيل آجڙيل وڻ
ڪنهن ڏاڍا ڪري جيان آجڙيل
خزان جا ڪوسا واءُ
خزان جي ظلم جو هڪ نمونو
۽ مان
هڪ انسان
جنهنجا جذبا، جنهنجيون سوچون
جنهنجا خواب
سڀ ڪجهه
هڪ اوسيڙي
ڪنهن آنڌي جيان ڪائي
ختم ڪري ڇڏيا،
اوسيڙو، هرويلي هڪ اوسيڙو
ماني ۽ جو،
ماني ۽ ٽڪر جو اوسيڙو
جيئرو رهڻ لاءِ ماني
سڪل سڙيل، ڏڪرو سرير
جنهن ۾ ڪا سونهن ناهي
مان غربت جو هڪ نمونو.

پريتم اشوڪ

## پراڏو

ڪرشن راهي جي "پراڏي" کان متاثر ٿي لکيل

ڪوئي آهي ڪوئي آهي
آهي ڪو جو سڏ وارئي
هن ڌرتي تي ڪوڙ کي ڍاهي
سچ لاءِ سنئين راه ٺاهي
ڪوئي آهي ڪوئي آهي
ڪنڌ ڪپائي پاڻ ملهائي
ظلم جي ڪاري ديوار ڍاهي
ان الحق جو نعرو هڻندي
سورهيه سوري سيج سجائي
ڪوئي آهي ڪوئي آهي
هيڏا واڪا هيڏيون وايون!
گهايل من جون دانهون دانهون
پنيت پنيت باهيون باهيون
اڪيون اڪيون آليون آليون
ڪنهن نه چاتو ڪنهن نه پرکيو
ڪنهن به سڏ واريو ناهي
شايد هن ڌرتي تي يارو!
ڪوئي ناهي ڪوئي ناهي
سچ لاءِ راه ٺاهڻ وارو
پنهنجو ڪنڌ ڪپائڻ وارو
سوري سيج ٺاهڻ وارو
اونداهين کي هڪلڻ وارو
ٿهري ڪوٽ ڪيرائڻ وارو
ڪوئي ناهي ڪوئي ناهي

ڪراچي جي بندرگاهه جي گهمائي سنڌ کي ڏيو

# مسئلا ۽ رايا

## زمين جو نيلام

ڪڇ، ڏينهن اڳ سنڌ جي ڪڇ، سنڌ پيلن مان مياڻي، ڪاٺڙي ۽ ڪٽڙ جي زمين جو نيلام ڪيو ويو.

معلوم ٿيو آهي ته اهي زمينون انهن ئي ماڻهن کي ڏنيون ويون آهن، جن وٽ اڳي ئي سوين ايڪڙ زمين موجود آهي. ڳالهه ائين آهي ته زمين جي ڪٽ لاءِ شرط ئي اهڙا رکيا ويا هئا جو ڪنهن هاريءَ جي خريد ڪرڻ کان ٻاهر هئا. انهي سلسلي ۾ اسان جو هي مطالبو آهي ته اهي زمينون وڏن ماڻهن کي نه ڏنيون وڃن بلڪ اهي زمين هارين ۾ ئي ورهايون وڃن جڏهن به زمين ڪٽ تي يا نيلام ۾ ڏني وڃي ته اها هارين کي ڏني وڃي ۽ ان جا شرط اهڙا آسان رکيا وڃن جو هو هاري زمينون خريد به ڪري سگهن.

ٻي صورت ۾ نتيجو اهو نڪرندو جو زمين جي غيرانصافي ورهاست جيڪا اڳي موجود آهي سا وڌيڪ گهري ٿيندي ۽ زمين انهن کي ملندي جيڪي اڳ ۾ وڏيون وڏيون زمينداريون رکن ٿا ۽ معاشي نابرابري وڌيڪ ابري اڳيان ايندي.

ياد رهي ته هن کان اڳي ضلعي سکر سکر جي ڪڇ، پيلن کي ختم ڪري اتي جون زمينون به هارين کي ڏيڻ جي بجاءِ وڏن زميندارن ۽ ڪامورا شاهي کي ڏنيون ويون آهن.

(تاج مري)

## شاگردن ۾ بيچيني

تعليم پرائڻ جو هرشهري جو بنيادي ۽ جمهوري حق آهي، جيڪو ڪانهن ڪنهن به مسئلي جي آڙ وٺي کسڻ سراسر بي انصافي آهي. پر ڪجهه عرصي کان سنڌ يونيورسٽي ۾ اهيا رسم پئجي ويئي آهي جو جيڪي ڇوڪرا ٿوروگهڻو پنهنجن ۽ سنڌ جي مسئلن جي حل لاءِ سرگرم رهندا آهن تن کي رسٽيڪيٽ ڪري انهن لاءِ تعليم جا دروازا بند ڪيا ويندا آهن.

درحقيقت نوجوانن ۾ اهو ڪجهه ڪرڻ جو جذبو قدرتي آهي ۽ سڄي دنيا جي نوجوانن ۾ اهڙي بي چيني موجود آهي. تنهن کي اهڙي طريقي سان ڪچلڻ درحقيقت نوجوانن ۾ بهتري لاءِ حصول جو جزو ختم ڪرڻ آهي ۽ هو مجبوراً پنهنجو سڪون نشي وارين شين ۾ ڳوليندو. تنهنڪري اهو ضروري آهي ته نوجوانن جي انهيءَ ارج جو قدر ڪيو وڃي.

گذريل سال سنڌيونيورسٽي مان ٢٠ کن شاگردن کي رسٽيڪيٽ ڪيو ويو هو. جنهن جي خلاف شاگرد مختلف طريقن سان احتجاج ڪندا رهيا. آخر حڪومت شاگردن جي انهي بي چيني کي محسوس ڪندي ڪجهه شاگردن جا رسٽيڪيشن آرڊر واپس

ورتا پر اڃا تائين اسماعيل وسان، شاه محمد، ۽ مدد علي رسٽيڪيٽ آهن. انهيءَ ڪري سنڌ يونيورسٽي ۾ جن شاگردن ۾ خصوصاً ۽ سنڌ جي شاگردن ۾ عموماً بي چيني ۽ عدم اعتماد جو ماحول آهي. جنهن جو اظهار شاگردن سپليمينٽري امتحان جي بائيڪاٽ ذريعي ڪري ڇڏيو آهي.

انهيءَ بي چيني کي ختم ڪرڻ لاءِ ۽ سنڌ جي خوشحالي ۾ نوجوانن جي مدد وٺڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته سڀني شاگردن جا رسٽيڪيشن واپس ورتا وڃن. ۽ آئينده اهڙي قسم جا طريقا اختيار ڪري نوجوانن کي مايوسي ۽ مشتعل جي جهنم ۾ نه ڌڪيو وڃي.

(ارشاد قاضي)

## ڏڪڙيل ٿري

ٿر اسان جي سنڌ جو هڪ نهايت ئي پوئتي پيل علائقو آهي جتي صرف سالن ۾ چار مهنا ماڻهو روزگار تي هوندا آهن يعني انهن جو ذريعو معاش برسات پوڻ تي پوک ڪرڻ آهي. گذريل پاڪ و هند جي جنگ جي نتيجي ۾ هڪ وڏو حصو بي گهر ٿي ويو ۽ هو پنهنجي ساري زندگي جمع ڪيل پونجي وڃائي ويٺو. ايتري قدر جو چوپايو مال، ملڪيت، ٿانو ٿپا، ٽپڙ ٽاڙي ۽ گهر ٻار.

هن علائقي جا ماڻهو هونئن به نهايت ئي ڪسمپرسي واري زندگي گهاري رهيا هئا، مٿان اهو وار ٿيو تنهن هيڪاري ٿرين کي مصيبتن جي جهنم ۾ اڇلائي ڇڏيو. هن وقت اها صورتحال آهي جو اتي اناج پئسن سان به نه پيو ملي، ڇاڪاڻ جو گذريل سال ڏڪر جي وڃڻ جي نتيجي ۾ پورن وسيلن ۽ ذريعن نه هئڻ ڪري هو ايتري پوک نه ڪري سگهيا هئا جو پورو اناج پيدا ڪري سگهن. انهي جي لازمي نتيجي طور اناج جي کوٽ اچي ويئي آهي ۽ ٿر سب ڊويزن ذي ڪٽڪ لوڻ تي پابندي لڳائي ويئي آهي. اها صورتحال ڏاڍي خطرناڪ آهي. مٿان وري مينهن جي مند اچي رهي آهي. تنهن ۾ آبادي ڪرڻ لاءِ کيس پيدائش جي ذريعن، ٻج، ڄوڙن وغيره جي ضرورت پوندي. هن وقت باجهري جو اگهه ٿر ۾ ۴۰ روپيا من ۽ گوار جو اگهه ۱۱۵ روپيه من آهي. انهيءَ حساب سان هڪ ماڻهو کي جيڪو پنهنجي ساليانى واهپي جي پورت لاءِ پوري طرح سان پني پوکي ته کيس گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار روپيه گهرجن. ٿر ۾ هن وقت ڪو اهڙو ماڻهو مشڪل سان هوندو جيڪو ايڏو وڏو خرچ برداشت ڪري سگهي. انهيءَ ڳالهه جي نتيجي ۾ ائين ٿو لڳي ته ٿر ۾ هن سال به گهٽ پوک ڪئي ويندي. جنهن ڪري اناج جي مستقل کوٽ جي هڪ فضا پيدا ٿي ويندي. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته هيٺيان اپاءَ ورتا وڃن.

۱- سستي اگهه تي اناج فراهم ڪيو وڃي.
۲- عام واهپي جي شين جون سهوليتون فراهم ڪيون وڃن.
۳- فصل جو ٻج حڪومت طرفان فراهم ڪيو وڃي.
۴- پوک لاءِ امداد ۽ قرض جاري ڪيا وڃن.

(محمد حيات)

# هڪ شاگرد جو خط

يونيورسٽيءَ ۾ جماعتي لحاظ کان سپاف جو ڪو به وجود نه آهي ان ڪري سپاف جو ذڪر ڪرڻ فضول ۽ وقت جو زيان آهي. باقي رهيون ٻه جماعتون، سنڌ نئشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۽ جيئي سنڌ فيڊريشن.

سنڌ نئشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن سينئي محب وطن شاگرد جماعتن جي وچ ۾ اتحاد لاءِ سخت ڪوشش ڪندي رهي آهي ۽ ٻين جماعتن ان سلسلي ۾ ڪڏهين به تعاون ڪرڻ لاءِ هٿ نه وڌايو آهي. حالانڪ سڄي شاگرد برادريءَ ۽ قومي ڪارڪنن ان حقيقتن ڪي تسليم ڪيو آهي ته سنڌ يونيورسٽي ڪنووڪيشن جي هنگامي کان پوءِ يونيورسٽي ۾ خوف ۽ هراس کي ٽوڙڻ لاءِ ان وقت س.ن.ا.ف اڪيلي جماعت هئي جنهن اڳتي وڌي بهادريءَ سان ان منحوس جمود کي ٽوڙيو، شاگردن جي جنرل باڊي جي ميٽنگ سڏائي ۽ ٻين جماعتن جي ڪوٺ ويل همراهن کي منٿون ڪري، گهرائي انهن جي درميان اتحاد پيدا ڪري، گڏيل انڪشن ڪميٽي ٺاهي جدوجهد کي نئون روپ ڏنو. پر جڏهن س.ن.ا.ف تمام تيز شاگردن جي جذبن جي ترجماني ڪندي انهن جي دلين ۾ مقبول ٿيڻ لڳي ته ان رجحان کان ڊڄي ۽ تحريڪ تي هڪ هٽي رکڻ لاءِ ڪن عقل جي انڌن، ظالمن ۽ ظلم جي خلاف مسلسل جدوجهد ڪرڻ جي بدران س.ن.ا.ف جي خلاف پنهنجي هٺ جي ٺاهيل، من گهڙت مهارت سان ڪوڙي پروپيگنڊا شروع ڪئي ۽ بناڪنهن سبب جي س.ن.ا.ف جي ڪارڪنن کان پڇڻ يا اعتراض بدران ڪانسواءِ انڪشن ڪميٽي کي ٽوڙي سرڪار جي هٿن ۾ ڪيڏي انهن جو مقصد پورو ڪيو ۽ بهادر شاگردن جي متحد هلايل جدوجهد کي اڌ ۾ ڪاپاري ڌڪ هڻي سرڪاري سان لاتو نيايو جنهن جي ڪري شاگردن ۾ بددلي ۽ مايوسي ڦهلائي.

ان کان پوءِ مختلف ڏينهن تي س. ن. ا. ف طرفان "صوبائي خود مختياري" جو ڏينهن "رسٽيڪيشن ۽ شاگردن جي آزاديءَ جو ڏينهن"، "بلوچستان جو ڏينهن" "شهري آزادين" لاءِ ڏينهن ملهايا ويا، پر ڪنهن به جماعت ساٿ نه ڏنو پر ان جي ابتڙ جڏهين جيئي سنڌ فيڊريشن پاران "احتجاجي هفتو" ملهائڻ جو اعلان ڪيو ويو ته س. ن. ا. ف پاران ٻئي ڏينهن ئي احتجاجي هفتي کي ڪامياب بنائڻ جي اپيل

ڪئي ويئي ۽ هر هنڌ عملي طرح پورو پورو
تعاون ڪيو ويو جنهن جو اعتراف جيئي سنڌ
فيڊريشن ۽ ٻين جماعتن ۽ قومي ڪارڪنن
پاڻ ڪيو.

پر جڏهن ٢٨ اپريل تي ”يوم جدوجهد“
ملهائڻ لاءِ ص-ن-ا-ف طرفان اپيل ڪئي
ويئي ته ٻين جماعتن اتحاد ڪرڻ کان نابري
واري ڇڏي البته ڪن شهرن ۾ جيئي سنڌ
فيڊريشن جي مخلص ڪارڪنن حقيقت کي
تسليم ڪندي ص-ن-ا-ف سان تعاون ڪيو
پر ڄامشورو ۾ ص-ن-ا-ف پاران جيئي سنڌ
فيڊريشن جي اڳواڻن کي باقاعدي دعوت ناما
ڏنا ويا ته شهر ۾ ٿيندڙ جلسي ۾ به اچي
تقريرون ڪن ۽ ڄامشورو ۾ جنرل باڊي کي
به خطاب ڪن پر افسوس جو هڪ همراهه
نه، شهر واري جلسي ۾ شريڪ نه ٿيو ۽
ڄامشوري واري جلسي ۾ اهو ڪم ڪيائون
جيڪو سپاف وارن کي ڪرڻ کپندو هو.
ڪوڙي ڳالهه الائجي ڪٿان آڻي جلسو ڦٽائڻ
لاءِ سٽا ڪرتب ڏيکاريائون— همراهن کي
ڪاوڙ صرف اها هئي ته ”اهو ڏينهن اسان
جو هو اوهان ڇو ملهايو؟؟“— ڪوڙي ۽
من گهڙت پروپيگنڊا جنهن جو تحريڪ يا مسئلن
سان ڪو به پري جو واسطو ڪونهي سو ڪٿي
اچي شور ڪيائون. پر اهو نٿا سوچين ته ان
مان فائدو ڪنهن کي ٿو پهچي ۽ عام شاگرد
هنن جي حرڪتن جي ڪري ٻين جماعتن
کان به بدظن ٿين ٿا ۽ ائين تحريڪ ڪمزور
ٿئي ٿي. پر همراهه اچا نه ٿا مڃن ۽ سندن
اهڙين حرڪتن جي ڪري شاگردن ۾ مايوسي،
بددلي ۽ قوت آهي ۽ ائين اڻ ڄاڻائي ۾ هي
همراهه سرڪار نامدار جو مقصد پورو ڪري
رهيا آهن—

ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته هن وقت
يونيورسٽي جي شاگردن جي اڪثريت ذهني
طرح ص-ن-ا-ف جي سياسي سوچ کي صحيح
سمجهي ٿي. اهو احساس ۽ شعور وڌي رهيو
آهي ۽ شاگرد سلجهيل سوچ رکڻ
لڳا آهن جا لازمي طور تي ص-ن-ا-ف کي
ويجهي آهي.

آئون پاڻ جيئي سنڌ فيڊريشن جو ذميدار
ڪارڪن رهي چڪو آهيان ۽ مون کي
اها خبر بعد ۾ پئي ته جيئي سنڌ تحريڪ ۽
جيئي سنڌ فيڊريشن ۾ وڏو فرق آهي.

— (ز-ح. شاگرد سنڌ يونيورسٽي.)

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ٻاڙي، ڪاٺو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان **"پڙهندڙ"** نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، بين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اُهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي

سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَئَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَئَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَئَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻَ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھہ ڏيندي انهن سيني کي ٻَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجھہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالھہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيٺُ اَتي، هي بَم- گولو،
جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيٺُ به بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻ‌ڄاڻائي کي ڀاڄ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.
پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.
توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

**پَڙهندڙ نَسُل . پ نَ** **The Reading Generation**